كتاب جو نالو: سنڌو سڀيتا جا محقق
مصنف: رڪ سنڌي
ڇپائيندڙ: ساڻيھ اشاعت گھر، حيدرآباد، سنڌ
سال: مارچ، 2016ع

Book: Indus Civilization Scholars
Author: Ruk Sindhi
Year: March 2016
Publisher: Saneeh Ishat Ghar Hyderabad, Sindh

# مهاڳ

سنڌو ماٿري جي 5 هزار سال کان وڌيڪ قديم سڀيتا سن 1920ع ۾ پنجاب ۾ هڙاپا جي قديم ماڳ تي کوٽائي کان پوءِ دنيا سان پهريون ڀيرو روشناس ٿي. جنهن بعد 1922ع ۾ موهن جي دڙي جا آثار ملڻ کان پوءِ دنيا جي هن قديم تهذيب مٿان زمانن جا پيل پردا ۽ لٽ لهڻ شروع ٿيا. قديم آثارن جي ماهرن جون پڙهيل اخبارن ۾ هن عظيم تهذيب بابت رپورٽون ۽ بيان شايع ٿيڻ شروع ٿيا ۽ جلد ئي سڄي دنيا ۾ هن عظيم تهذيب ۽ تمدن جي هاڪ پئجي وئي. انهن ٻن ماڳن جي کوٽائيءَ سان ئي سنڌو ماٿري جي اڻ لکيل تاريخ ۾ 5 هزار سال اڳ جي سونهري دور جو اضافو ڪيو. برصغير سميت سڄي دنيا جي تهذيب ۽ تاريخ جي ڪتابن جي شروعات هن خطي جي ذڪر سان ٿيڻ لڳي.

هڙاپا جي قديم ماڳ بابت ان وقت پهريون ڀيرو انڪشاف ٿيو، جڏهن برٽش سرڪار 1856ع ۾ ريلوي لائين وڇائڻ لاءِ کوٽائي جو ڪم شروع ڪيو. پنجاب جي ضلعي ساهيوال ۾ هڙاپا ڳوٺ وٽان ريلوي لائين وڇائيندي قديم دور جا ڪجهه نوادرات هٿ آيا. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي ڊائريڪٽر جنرل الگزينڊر ڪنگهم هن ماڳ جي چوڪ ۽ ڇڪاس بعد ان کي 5 هزار سال پراڻي تهذيب قرار ڏنو. جنهن بعد سن 1920ع ۾ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا طرفان هن قديم ماڳ جي کوٽائي جو ڪم شروع ڪيو ويو. هڙاپا جي قديم ماڳ جي راءِ بهادر ديارام ساهني ۽ آر ڊي ٻئنرجي جي سربراهي ۾ 1920ع ۽ 1921ع ۾ کوٽائي شروع ڪئي وئي. جتان 5 هزار سال پراڻي تهذيب جا آثار نڪري نروار ٿيا. ان تهذيب کي شروع ۾ هن ئي ماڳ جي نالي پويان هڙاپا تهذيب جو نالو ڏنو ويو.

هڙاپا جي قديم ماڳ جي دريافت دوران انڊيا جي قديم آثارن جي ماهر راکلداس ٻئنرجي 1918ع کان ڏکڻ پنجاب، بيڪانير، بهاولپور ۽ سنڌ ۾ سڪندر اعظم جا اهي 11 نل ڳولڻ لاءِ مختلف هنڌن جي جاچ ۽ کوٽائي ڪرائي. جيڪي سڪندر اعظم عيسوي سن کان سوا ٽي سو ورهيه اڳ پنهنجي ڪاهه دوران بياس نديءَ جي ڪناري نهرايا هئا ۽ مٿن يوناني ٻوليءَ ۽ هندي زبانن ۾ نوشتا اُڪرايا هئا. هن 1918ع کان 1922ع تائين وڏي جدوجهد بعد سنڌ ۾ ڪيرٿر کان سنڌونديءَ تائين جيڪب آباد، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ 27 وڏن ۽ 53 ننڍين دڙن کي ڳولي، انهن جي کوٽائي ڪرائي، پر اتفاق سان اهي سڀ ٻڌ دور جا يادگار نڪتا. ائين اتفاق سان هيءُ ماهر ووڙيندو ووڙيندو 1922ع ۾ اچي لاڙڪاڻي ضلعي جي ڏوڪري شهر کان 6 ميل پري هڪ ٻڌ اسٽوپا وٽ پهتو، جيڪو ٻڌ دور جو هڪ مندر هيو. اهو ٿل سنڌونديءَ جي سطح کان 46 فوٽ مٿي هڪ دڙي تي هيو. جنهن ٿل جو ۽ اتان مليل ٻڌ ڌرم جي ڀڪشن جي رهڻ جي جاين جو ان کان هيٺين تهن يا زماني سان ڪنهن به قسم جو واسطو نه هو. هي مٿيون سڀ تعميرات ٻڌ ڌرم جي راجا واسديو (پهريون) جي دور جون هيون. اهي ان کان هيٺ موجود شهر جي تباهي کان پوءِ هزار سال گذرڻ بعد ان مٿان وري اڏيون ويون هيون. ان خيال کان ته زمين جي سطح کان مٿاهين جڳهه تي مذهبي آستان جوڙڻ سان ان جو سال بسال سنڌو جي ٿيندڙ ٻوڏين کان بچاءُ ٿي پئي سگهيو.

جڏهن بئنرجي نل پرسان ڪجھ کوٽائي ڪرائي تہ کيس اتان پٿر جا ڪپ ۽ نڪر جي ٿانون جو اهڙو نيڪراڻ هٿ آيو، جن جو ٻڌ دور سان ڪو بہ واسطو نہ هيو. پر اهي ڪنهن هزارين سال پراڻي دور جي ڪنهن نرالي تهذيب جي نشاندهي ڪن پيا. جڏهن بئنرجي اسٽوپا پرسان کوٽائي ڪرائي تہ اتان هن کي هڪ اهڙي مهر ملي، جيڪا شڪل ۽ صورت ۾ هڙاپا مان مليل هڪ تصويري رسم الخط واري مهر سان هڪ جهڙائي ڏيکاري پئي. جيڪا سر الگزينڊر ڪنگھم کي هڙاپا جي کوٽائي مان ملي هئي. ان مان بئنرجي اندازو لڳايو تہ هتان اجا ڪنهن قديم تهذيب تي روشني پوندي. جيڪا هڙاپا وانگر 5 هزار سال کن پراڻي هوندي. ڇو جو هتان ملندڙ ڪجھ اوزار ۽ نڪر جا ٿانون هڙاپا مان انهن ئي ڏينهن ۾ ٿيندڙ کوٽائي مان ملي رهيا هئا. جيڪو هنڌ ان وقت برصغير ۾ سڀ کان پراڻو ۽ قديم شمار ڪيو ويندو هو. موهن جي دڙي جي هن قديم ماڳ جي وڏيڪ کوٽائي ان وقت انڊيا جي قديم آثارن واري کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سر جان مارشل جي نظرداريءَ هيٺ 1922ع جي سياري جي منڍ ۾ ٿي، جيڪا لاڳيتو 1927ع تائين هلي.

سنڌو سڀيتا جي ٻن اهم ماڳن موهن جو دڙو ۽ هڙاپا جي کوٽاين کان پوءِ دنيا جي پهرين شهري تهذيب جا پڙاڏا دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونجي اٿيا ۽ هن عظيم تهذيب دنيا جهان جي ماهرن جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو. گڏيل هندستان ۾ برٽش راڄ ۽ ان کان پوءِ برصغير جي ورهاڱي بعد مختلف ملڪن جي ماهرن هن تهذيب تي کوجنا شروع ڪئي ۽ وڏين وڏين يونيورسٽين طرفان هن تهذيب تي کوجنا لاءِ الڳ ادارا قائم ڪيا ويا. ان سان گڏوگڏ پاڪستان ۽ ڀارت ۾ هن تهذيب جا وڌيڪ ماڳ بہ دريافت ڪري انهن جي کوٽائي ڪرائي وئي. هن وقت تائين پاڪستان۽ انڊيا ۾ سنڌو سڀيتا جا 15 سو کان وڌيڪ قديم ماڳ دريافت ٿي چڪا آهن. سنڌو سڀيتا تي تحقيق جو ڪم پاڪستان ۽ انڊيا کان وڌيڪ ٻين ملڪن ۾ ڪيو ويو، خاص ڪري ان مقصد لاءِ الڳ ادارا قائم ڪري ۽ وڏا وڏا پراجيڪٽ جوڙي تحقيق جو ڪم شروع ڪيو ويو. جيڪو اڄ بہ جاري آهي.

جڏهن مون پنهنجو ڪتاب ”سنڌو سڀيتا جي اوسر“ لکڻ شروع ڪيو تہ ان دوران انهن ماهرن بابت بہ مواد گڏ ڪرڻ شروع ڪيو، جن مختلف رخن کان سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪئي هئي يا ڪري رهيا آهن. جيئن ايندڙ مستقبل ۾ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙن کي مددي مواد مهيا ٿي سگهي. منهنجو هي ڪتاب ”سنڌو سڀيتا جا محقق“ ان ئي سلسلي جي ڪڙي آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ آرڪيالاجسٽن، جيالاجسٽن، اينٿروپالاجسٽن، ٻولي ۽ لکت جي ماهرن بابت فقط اها ڄاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، جيڪا سنڌو ماٿري جي سڀيتا سان تحقيق متعلق ڪارگر ٿي سگهي ٿي. هن ڪتاب ۾ سندن انهن ئي ڪتابن، مقالن، ٿيسز ۽ ٻئي مواد جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيڪي سنڌو سڀيتا متعلق تحقيق سان لاڳاپيل آهن. مان هن ڪتاب ۾ ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌو سڀيتا متعلق کوجنا ڪندڙ مڙني اهم ماهرن بابت ڄاڻ ڏئي سگهان، ان سلسلي ۾ 95 ماهرن جو تعارف ۽ سندن ٿيل تحقيق کي هن ڪتاب ۾ شامل ڪري سگهيو آهيان. پر ان باوجود ڪافي اهڙا ماهر رهجي ويا آهن، جيڪي سنڌو تهذيب تي کوجنا سان بلڪل ويجهڙائي واري وقت ۾ سلهاڙيا آهن. منهنجو هي ڪتاب ايندڙ مستقبل ۾ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙن لاءِ هڪ سونهين طور ڪم ڏيندو.

رڪ سنڌي

26 مارچ 2016ع

# فهرست

دليپ ڪمار چڪرابرتي
ارنيسٽ ميڪي
ايف اي خان
جارج ايف ڊيلز
غلام علي الانا
گريگوري پوسيهل
ايڇ ٽي لئمبرڪ
هينري هيرس
هينري ڪزنس
هيتوشي اينڊو
ادريس صديقي
اروٿر مهاديون
جين ميڪنٽوس
جين فرانڪوس جارجي
جين ميري ڪيسل
جم جي شيفر
سر جان مارشل
جوناٿن مارڪ ڪينوائر
ڪلديپ ڀان
ڪماراسامي ٿنگاراج
لالجي سنگهه
لورا جي ملر
لورينس ويڊل
لويو گيوسين
ايم بي پٽاوالا
ايم ايڇ پنهور
ايم اين وهيا
ماڌو سروپ وٽس
مالتي جي شاندي

ماسيمو ودالي
ميڪس مولر
مائيڪل پيتراگليا
مائيڪل جانسين
مائيڪل وٽزل
محمد رفيق مغل
مولائي شيدائي
مورٽيمر ويلر
اين جي مجمدار
نبي بخش بلوچ
نارائڻ ڊڪشٽ
نائينجوت لاهري
نشا يادو
پي اجيٿ پرساد
پائلو بيگي
پروين ٽالپر
آر ڊي بئنرجي
آر اڏيڪاري
راجيش رائو
رنڊال وليم لا
رائمنڊ آلچن
رچرڊ ايچ ميداو
رچرڊ اسپروٽ
ريتا پي رائيٽ
رابن ڊينل
ايس ڪليانارامائن
ايس آر رائو
سمر ڪنڊو
شاهده انصاري

شري ڪلارڪ
شيرين رتناگر
سراج الحق ميمڻ
اسٽيون ويبر
اسٽورٽ پگوٽ
ايس پي گپتا
سيد حاڪم علي شاهه
توشيڪي اوساڊا
يوٽي فرانڪ ووگٽ
وي ايچ سوناواني
وريندرا ناٿ مسرا
وسنت شاندي
وينا مشرف ترپاٺي
والٽر فيئرسروس
وليم بيلچر
ياما ڊڪشٽ
يوري ڪنوروزوف

## احمد حسين داني

# Ahmad Hasan Dani

پروفيسر احمد حسين داني (A. H. Dani) پاڪستان جو مشهور آرڪيالاجسٽ، تاريخدان ۽ ٻولي ماهر هيو. پاڻ 20 جون 1920ع ۾ پارتي رياست شتيسڳڙهه جي باسنا شهر ۾ جنم ورتو ۽ 26 جنوري 2009ع ۾ اسلام آباد ۾ دل جي تڪليف سبب لاڏاڻو ڪري ويو. اي ايچ داني بنارس هندو يونيورسٽي مان 1944ع ۾ ايم اي جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن بعد پاڻ 1945ع ۾ مشهور آرڪيالاجسٽ مارٽيمر ويلر جي سربراهي هيٺ آرڪيالاجي جي شعبي ۾ ٽريني جي حيثيت سان ڪم شروع ڪيو. هن سر مارٽيمر ويلر طرفان ٽيڪسيلا ۽ موهن جو دڙو جي کوٽائي واري ڪم ۾ ساڻس شرڪت ڪئي. جنهن بعد کيس برٽش انڊيا جي آرڪيالاجي کاتي طرفان آگرا ۾ تاج محل جي تاريخي ورثن جي سار سنڀال ۽ حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ پروفيسر داني يونيورسٽي ڪاليج لنڊن جي انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجي مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي.



ڪشميري نسل سان واسطو رکندڙ پروفيسر داني کي ڏکڻ ايشيا ۽ سينٽرل ايشيا جي آرڪيالاجي ۽ تاريخ بابت ماهر تصور ڪيو ويندو آهي. پاڻ سنڌو سڀيتا ۽ گنڌارا تهذيب تي کوجنا ڪئي ۽ ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي ۾ بهرو ورتو. پروفيسر داني 35 مقامي ۽ بين الاقوامي ٻوليون سمجهي ۽ ڳالهائي سگهندو هو. جن ۾ سنڌي، هندي، بنگالي، ڪشميري، مراٺي، پشتو، فارسي، پنجابي، سنسڪرت، تامل، ترڪش، انگلش ۽ اردو ٻوليون شامل آهن. برصغير جي ورهاڱي بعد پروفيسر داني پارت کان اوڀر پاڪستان (بنگلاديش) ۾ وڃي رهائش اختيار ڪئي. کيس 1947ع ۾ پاڪستان حڪومت طرفان آرڪيالاجي کاتي ۾ اسسٽنٽ سپرينٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد 1959ع ۾ کيس ترقي ڏئي آرڪيالاجي کاتي جو انچارج سپرينٽينڊنٽ مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ 1955ع ڌاري کيس نيشنل ڪاميٽي فار ميوزمس ان پاڪستان جو صدر مقرر ڪيو ويو. پروفيسر داني ڍاڪا يونيورسٽي ۾ 1950ع کان 1962ع تائين 12 سال تاريخ جي شعبي ۾ پروفيسر طور ذميواريون نڀايون. بعد ۾ هن پشاور يونيورسٽي جي آرڪيالاجي شعبي ۾ 1962ع کان 1971ع تائين پروفيسر طور ذميواريون ادا ڪيون. ان عرصي دوران پروفيسر داني لاهور ۽ پشاور ۾ ميوزمن جي بحالي ۽ ترقي لاءِ ڪردار ادا ڪيو. بعد ۾ پاڻ اسلام آباد يونيورسٽي (جنهن جو نالو بعد ۾ قائد اعظم يونيورسٽي ۾ تبديل ڪيو ويو) ۾ تاريخ ۽ سوشل سائنسز جي شعبن جو سربراه به رهيو. جتي 1980ع ۾ پنهنجي رٽائرمينٽ تائين خدمتون

سرانجام ڏيندو رهيو. پاڻ ان عرصي دوران آرڪيالاجيڪل اينڊ هسٽاريڪل ايسوسيئيشن آف پاڪستان جو صدر به رهيو.

پروفيسر داني سنڌو سڀيتا تي تحقيق ۾ انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو. هن ديرا اسماعيل خان ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ رحمان ڍيري جي کوٽائي ڪرائي. پاڻ گنڌارا تهذيب جي ماڳن تي ڪافي کوجنا ڪئي. پروفيسر داني پنهنجي تحقيق ذريعي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌو سڀيتا هن ماٿري جي پنهنجي اصلوڪي تهذيب هئي ۽ سنڌو سڀيتا مٿان ڏکڻ ڀارت جي ڪلچر جي ڪو به اثر موجود ناهي. سنڌو تهذيب جي ترقي ۾ گنگا ماٿري جي ماڻهن جو ڪو به ڪردار نه هيو. پروفيسر داني سنڌو سڀيتا بابت ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا لکيا. جن مان ڪجھ ڪتابن ۽ مقالن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Indus Civilization: New Perspectives. Taxila institute of Asian Civilizations, Quaid-i-Azam University, Islamabad. 1981
- Prehistory and Protohistory of Eastern India: With a Detailed Account of the Neolithic Cultures. K. L. Mukhopadhyay
- Pakistan: Pakistan through ages. Sang-e-Meel Publications. 2007
- Historic City of Taxila. Sang-e-Meel Publications. 2001
- History of Northern Areas of Pakistan (Up to 2000 AD). Sang-e-Meel Publications. 2001
- Romance of the Khyber Pass. Sang-e-Meel Publications. 1997.
- New Light on Central Asia. Sang-e-Meel Publications. 1996
- Central Asia Today. Sang-e-Meel Publications. 1996

- Human Records on Karakorum Highway. Sang-e-Meel Publications. 1995
- Peshawar: Historic City of the Frontier. Sang-e-Meel Publications, (2nd Revised edition). 1995.
- Tribes and Peoples of Northern Punjab (500 BC to Present times). QAU Islamabad Publications, 1993.
- A Short History of Pakistan, Book One: Pre-Muslim Period. University of Karachi. (3 editions, 1967, 1984, 1992)
- History of Northern Areas of Pakistan (Historical studies). National Institute of Historical and Cultural Research. 1989
- Perspectives of Pakistan. National Institute of Pakistan Studies, Quaid-e-Azam University. 1989
- The historic city of Taxila. Centre for East Asian Cultural Studies. 1986.
- Chilas: The City of Nanga Parvat (Dyamar). 1983
- Thatta: Islamic architecture. Institute of Islamic History, Culture & Civilization. 1982
- Alberuni's Indica: A record of the cultural history of South Asia about A.D. 1030. University of Islamabad Press, Islamabad. 1973
- Indian paleography. Clarendon P. 1963.
- Dacca: A record of its changing fortunes. S. S. Dani (Publisher)
- Bibliography of the Muslim Inscriptions of Bengal. 1957

ٻين محققن سان گڏ لکيل ڪتاب

- With J-P. Mohen (eds.), History of Humanity, Volume III, From the Third Millennium to the Seventh Century BC. New York: Routledge/Paris: UNESCO. 1996
- With V. M. Masson (eds.), History of Civilizations of Central Asia, UNESCO, Paris. 1992– (6 volumes)

## اڪانوري يوئسيوگي

# Akinori UesUgi

جاپان جو آرڪيالاجي ماهر اڪانوري يوئسيوگي سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي تحقيق سان لاڳاپيل رهيو آهي. پاڻ جاپان جي ڪانسائي يونيورسٽي اوساڪا مان 1994ع ۾ بي اي جي ڊگري حاصل ڪئي، بعد ۾ ساڳي يونيورسٽي مان 1997ع ۾ ايم اي ڪرڻ بعد 2003ع ۾ پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. يوئسيوگي پي ايچ ڊي جي ڊگري لاءِ تحقيق دوران ئي پارٽ ٽائيم ملازمت طور ڪانسائي يونيورسٽي ۾ 2002ع کان 2006ع تائين ليڪچررشپ بہ ڪئي. جنهن بعد ڪيوٽو تاچيبانا يونيورسٽي ۾ بہ پارٽ ٽائيم ليڪچرار رهيو. پاڻ هن وقت ڪيوٽو يونيورسٽي جاپان جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيومنٽي اينڊ نيچر ۾ ريسرچ فيلو آهي. ڪيس آرڪيالاجي جي شعبي ۾ خاص ڪري ڏکڻ ايشيا ۽ جاپان



جي آرڪيالاجي بابت مهارت حاصل آهي. يوئسيوگي سنڌو سڀيتا تي 1991ع کان تحقيق جي شروعات ڪئي، هن 1991ع کان 1998ع تائين اتر پرديش ۾ سنڌو سڀيتا جي

قديم ماڳ مهيٿ (سرسوتي) جي کوٽائي ۾ حصو ورتو. ان ماڳ جي کوٽائي آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۽ ڪانسائي يونيورسٽي جي گڏيل پراجيڪٽ هيٺ ڪرائي وئي. هن پارٽي رياست مهاراشٽريا ۾ 2003ع کان 2005ع تائين ٻڌ دور جي ماڳن تي به کوجنا ڪئي. يوئسيوگي پاڪستان جي خيبرپختون خواهه صوبي ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ گوملا تي به 2003ع کان 2007ع تائين تحقيق ڪئي. جڏهن ته پارٽي راجستان ۾ 2006ع کان 2008ع تائين سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ فارمانا جي کوٽائي ۾ به حصو ورتو. پاڻ ڪيوٽو يونيورسٽي جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيومنٽي اينڊ نيچر (RIHN) جي انڊس پراجيڪٽ ۾ به اوساڊا توشيڪي سان گڏ تحقيق ۾ شامل رهيو ۽ ان پراجيڪٽ جو ميمبر رهيو. ان پراجيڪٽ جو مقصد سنڌو ماٿري جي سڀيتا ۾ ماحولياتي تبديلين بابت تحقيق ڪرڻ هئي. انڊس پراجيڪٽ تحت سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي 5 سال تحقيق بعد 9 جلد ترتيب ڏئي شايع ڪيا ويا.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 3: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2008.
- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 4: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2008.
- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 5: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2008.
- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 6: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2008.
- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 7: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2009.

- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 9: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2009.
- Toshiki Osada and Akinori Uesugi (eds.) Occasional Paper 10: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. 2010.
- Aboshi, Y. K. Sonoda, F. Yoneda and A. Uesugi, Excavations at Saheth Maheth 1991-1996. East & West Vol. 49, Nos. 1-4, IsIAO, Rome: 119-173, 1999.
- Takahashi, T., T. Yamaoka, F. Yoneda and A. Uesugi, The Ancient City of Sravasti: its Significance on the Urbanisation of North India. Purãtattva, No. 30, New Delhi: 74-92, 2000.
- Akinori Uesugi, Re-evaluation of the pottery sequence in north India during the first millennium B.C. in Margabandhu, C., A.K. Sharma and R.S. Bisht ed., Puraratna - Emerging Trends in Archaeology, Art, Anthropology, Conservation and History. Agam Kala Prakashan, New Delhi: 182-196, 2002.
- V. Shinde, T. Osada, M.M. Sharma, A. Uesugi, T. Uno, H. Maemoku, P. Shirwalkar, S.S. Deshpande, A. Kurkarni, A. Sarkar, V. Rao and V. Dangi, “Exploration in the Ghaggar Basin and excavations at Girawad, Farmana (Rohtak District) and Mitathal (Bhiwani District), Haryana, India”. Occasional Paper 3: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.77-158. 2008
- A. Uesugi, ‘Cultural Interaction between the Indus Valley and the Iranian Plateau’. International

Seminar: Cultural Relations between the Indus and the Iranian Plateau during the Third Millennium BCE: Abstract. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.20-24. 2008.

- V. Shinde, T. Osada, A. Uesugi and Manmohan Kumar, “A Report on Excavations at Farmana 2007-08”. Occasional Paper 6: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoyo. pp.1-116. 2008.
- Manmohan Kumar, V. Shinde, A. Uesugi, V. Dangi, Sajjan Kumar and Vijay Kumar, “Excavations at Madina, District Rohtak, Haryana 2007-08: A Report”. Occasional Paper 7: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoyo. pp.77-177. 2009.
- A. Uesugi, “Pottery from the Settlement Area”, in V. Shinde, T. Osada and Manmohan Kumar eds. Excavations at Farmana, District Rohtak, Haryana, India, 2006-2008. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.168-368. 2011.
- A. Konasukawa, H. Endo and A. Uesugi, “Minor objects from the Settlement Area”, in V. Shinde, T. Osada and Manmohan Kumar eds. Excavations at Farmana, District Rohtak, Haryana, India, 2006-2008. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.369-529. 2011.
- A. Uesugi, “Pottery from the Cemetery”, in V. Shinde, T. Osada and Manmohan Kumar eds. Excavations at Farmana, District Rohtak, Haryana, India, 2006-2008. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.674-800. 2011.

- A. Uesugi, “Pottery”, in V. Shinde, T. Osada and Manmohan Kumar eds. Excavations at Girawad, District Rohtak, Haryana, India, 2006. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto. pp.40- 239. 2011.
- A. Uesugi and S. Meena, “Pottery”, in J.S. Kharakwal, T. Osada and Y.S. Rawat eds. Excavations at Kanmer, District Kachchh, Gujarat, India. Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto (in press).
- Manmohan Kumar, A. Uesugi, V. Shinde, V. Dangi, Vijay Kumar, Sajjan Kumar, A.K. Singh, Rajesh and Rajeev Mann, “Excavations at Mitathal, district Bhiwani (Haryana) 2010-11-A Prelimainary Report”, Purātattva, Indian Archaeological Society (in press).
- V. Dangi and A. Uesugi, “A Note on the Harappan Painted Pottery from the Ghaggar Plains”, Purātattva, Indian Archaeological Society (in press).

# الگزينڊر ڪنگهم

# Alexander Cunningham

الگزينڊر ڪنگهم کي سنڌو ماٿري جي آرڪيالاجي جو ابو قرار ڏنو ويندو آهي. هي پهريون شخص هيو، جنهن سنڌ هند جي قديم آثارن تي پهريون ڀيرو تحقيق ڪري، انهن جي قديم اهميت کي دنيا اڳيان نروار ڪيو. پاڻ 23 جنوري 1814ع تي لنڊن جي هڪ شاعراڻي گهراڻي ۾ جنم ورتو ۽ 28 نومبر 1893ع تي وفات ڪئي. ڪنگهم پنهنجي ملازمت جي شروعات ته برطانوي فوج ۾ انجنيئر جي حيثيت سان ڪئي، پر سندس اصل سڃاڻپ قديم آثارن جي ماهر ۽ تاريخدان طور رهي آهي. پاڻ جڏهن گڏيل هندستان ۾ برطانوي فوج جي بينگال انجنيئرنگ گروپ ۾ هيو ته هن هندستان جي قديم تهذيب ۽ تاريخ ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. ڪيس 1861ع ۾ انڊيا ۾ آرڪيالاجيڪل سرويئر مقرر ڪيو ويو. الگزينڊر ڪنگهم ئي اڳتي هلي انڊيا ۾ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو بنياد رکيو. ڪيس جنوري 1871ع ۾ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. پاڻ ان عهدي تي 30 سيپٽمبر 1885ع تائين خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. ڪنگهم 1871ع ۾ انڊيا جي قديم جاگرافي تي Ancient Geography of India (1871) نالي ڪتاب لکيو.



ڪنگهم آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ٿيڻ بعد انڊيا ۾ قديم ماڳن جي سروي ۽ کوٽائي جو ڪم شروع ڪيو. هن ٽيڪسيلا کان گور تائين سروي ۽ کوٽايون ڪرايون ۽ پنهنجي کوجنا کي 24 رپورٽن جي شڪل ۾ ڇپرايو. سنڌ ۽ هند جي قديم آثارن بابت هن جرنل آف ايشياٽڪ سوسائٽي ۾ ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيا. الگزينڊر ڪنگهم جي تحقيق کي بنياد بڻائيندي اڳتي هلي سر جان مارشل ۽ مارٽيمر ويلر سنڌو سڀيتا تي وڏيڪ کوجنا ڪري ان جي قدامت کي دنيا اڳيان ظاهر ڪيو. الگزينڊر ڪنگهم پهريون ڀيرو 1872ع ۾ سنڌو سڀيتا جي اهم ماڳ هڙاپا جي کوٽائي ڪرائي ۽ ان جي 5 هزار سال قدامت کي ظاهر ڪيو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- LADĀK: Physical, Statistical, and Historical with Notices of the Surrounding Countries (1854).
- Bhilsa Topes (1854), a history of Buddhism
- The Ancient Geography of India (1871)
- Corpus Inscriptionum Indicarum. Volume 1. (1877)
- The Stupa of Bharhut: A Buddhist Monument Ornamented with Numerous Sculptures Illustrative of Buddhist Legend and History in the Third Century B.C. (1879)
- The Book of Indian Eras (1883)
- Coins of Ancient India (1891)
- Mahâbodhi, or the great Buddhist temple under the Bodhi tree at Buddha-Gaya

## امريتا سارڪر

# Amrita Sarkar

پارتي آرڪيالاجسٽ امريتا سارڪر دکن ڪاليج پوسٽ گريجوئيٽ اينڊ ريسرچ انسٽيٽيوٽ جي آرڪيالاجي شعبي جي پروفيسر آهي. پاڻ ڪلڪتي يونيورسٽي مان جاگرافي ۾ بي ايس سي ڪئي. جنهن بعد ساڳي يونيورسٽي مان آرڪيالاجي ۾ ايم ايس سي جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ 2005ع ۾ دکن ڪاليج ۾ پي ايڇ ڊي جي ڊگري لاءِ داخلا ورتي ۽ 2011ع ۾ راجستان جي ميوار ريجن ۾ سنڌو سڀيتا ۽ ثقافت جي اوسر جي موضوع تي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ ڊسمبر 2010ع ۾ دکن ڪاليج جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ ۾ پروفيسر طور مقرر ڪئي وئي. پاڻ ڏکڻ ايشيا جي آرڪيالاجي بابت سوسائٽي جي بہ جوائنٽ سيڪريٽري آهي. جڏهن تہ سوسائٽي طرفان آرڪيالاجي بابت نڪرندڙ جرنل جي جوائنٽ ايڊيٽر بہ آهي. پاڻ پارتي رياست راجستان ۾ سنڌو ماتري جي سڀيتا تي تحقيق سان لاڳاپيل آهي. هن ان موضوع تي ڪيترائي مقالا ۽ ڪتاب تحرير ڪيا آهن.



## ڪتاب ۽ مقالا

- Plant macro remains from Early Historic Vessel, Gilund, Rajasthan, (Amrita Sarkar and Satish Naik)
- Chalcolithic and modern potting at Gilund, Rajasthan: a cautionary tale,
- Development of Chalcolithic phases in Gilund through Ceramic Chronolog, IRANIAN JOURNAL OF ARCHAEOLOGICAL STUDIES 1: 2 (2011)

- Chalcolithic Rajasthan, Protohistoric Foundations
- A Study of Development of the Ahar Culture in south-east Rajasthan, India from a ceramic point of view.
- Ethoarchaeology in the field: learning from the potters in Gilund
- Contextualizing Ahar culture Phase in Central India
- Ahar Culture with Special Reference to the site of Balathal and Gilund
- Exploration in the Ghaggar Basin and excavations at Girawad, Farmana (Rohtak District) and Mitathal (Bhiwani District), Haryana, India
- Indian Chalcolithic Culture: Aspects of Craft and Technology
- V.2. Rajasthan Chalcolithic
- A Review of Multiple Approaches to the Study of India's Early Past: Essays in Theoretical Archaeology

## اينڊريو روبنسن

# Andrew Robinson



اينڊريو روبنسن سنڌو سڀيتا جي لکت تي تحقيق ڪندڙن ماهرن جي صف ۾ شامل رهيو آهي. هن 1957ع ۾ برطانيہ ۾ جنم ورتو. پاڻ ايٽن ڪاليج جي ڊريگون اسڪول مان ڪيمسٽري جي مضمون ۾ تعليم حاصل ڪئي. بعد ۾لنڊن جي اورينٽل اسڪول مان ٻولي جي موضوع تي تعليم حاصل ڪئي. پاڻ پهريون ڀيرو 1975ع ۾ انڊيا آيو ۽ هتان جي ثقافت ۽ ٻولين بابت علم حاصل ڪيو. پاڻ انڊيا جي ٻولين ۽ قديم تاريخ تي ڪتاب لکيا. پاڻ هن وقت ڪيمبرج جي وولفسن ڪاليج جو وزيٽنگ فيلو آهي. روبنسن هن وقت لنڊن ۾ رهندڙ ۽ تحقيق جي شعبي سان لاڳاپيل آهي. سندس برطانيہ ۽ آمريڪا ۾ مختلف موضوعن تي 25 ڪان وڌيڪ ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. جيڪي يورپ جي 13 ٻولين ۾ ترجمي ڪري بہ شايع ڪيا ويا آهن.

روبنس سنڌو ماٿري جي سڀيتا، ٻولي، مذهب ۽ شهري تمدن ۽ معاشي ۽ معاشرتي صورتحال تي تحقيق ڪري هڪ جامع ڪتاب The Indus: Lost Civilizations لکيو آهي. هي پهريون ماهر آهي، جنهن سنڌو سڀيتا جي دور ۾ زراعت ۽ چوپائي مال بابت بہ تفصيلي تحقيق ڪئي آهي. هن سنڌو لکت کي بہ پڙهڻ جي ڪوشش ڪندي، ان متعلق تحقيقي مقالو The Indus script تحرير ڪيو آهي. سندس سنڌو سڀيتا تي لکيل ڪتاب ۽ مقالا محققن وٽ وڏي اهميت حاصل ڪري چڪا آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Robinson,The Indus: Lost Civilizations, Reaktion Books, November 2015.

- Robinson, The Indus script, Current World Archaeology, 64, 2014.
- The Coasts of India with Ashvin Mehta. Thames and Hudson (1987).
- Earth Shock: Hurricanes, Volcanoes, Earthquakes, Tornadoes & Other Forces of Nature. Thames and Hudson (1993).
- The Story of Writing: Alphabets, Hieroglyphs and Pictograms. Thames and Hudson (2000).
- The Man Who Deciphered Linear B: The Story of Michael Ventris. Thames and Hudson (2002).
- Lost Languages: The Enigma of the World's Great Undeciphered Scripts. McGraw-Hill (2002).
- Einstein: A Hundred Years of Relativity. Palazzo Editions (2005).
- The Last Man Who Knew Everything: Thomas Young, The Anonymous Polymath Who Proved Newton Wrong, Explained How We See, Cured the Sick, and Deciphered the Rosetta Stone, Among Other Feats of Genius. Pi Press, (2006).
- The Story of Measurement. Thames and Hudson (2007).
- Writing and Script. Oxford University Press (2009).
- Genius: A Very Short Introduction. Oxford University Press (2011).
- Cracking the Egyptian Code: The Revolutionary Life of Jean-Francois

Champollion. Thames and Hudson (2012), Oxford University Press (2012).

- India: A Short History. Thames & Hudson (2014).

## اي ايل باشم

# Arthur Llewellyn Basham



اي ايل باشم ناميارو تاريخدان ۽ انڊولاجسٽ رهيو آهي. پاڻ برطانيہ جي شهر لوگٽن ۾ 24 مئي 1914ع ۾ جنم ورتو ۽ 27 جنوري 1986ع تي انڊيا جي شهر ڪلڪتي ۾ وفات ڪري ويو. پاڻ لنڊن جي اورينٽل ۽ آفريڪن اسٽيڊيز جي اسڪول ۾ تاريخ جو پروفيسر بہ رهيو. جتي هو ڪيترن ئي پارتي تاريخدانن ۽ آرڪيالاجسٽن جو استاد بہ رهيو. جن ۾ پروفيسر آر ايس شرما، روميلا ٿاپر ۽ وي ايس پاٿڪ شامل آهن. اي ايل باشم کي عيسائيت سميت هندو ڌرم، ٻڌ ڌرم ۽ اسلام جي مطالعي ۾ ڪافي دلچسپي رهي. پاڻ لنڊن جي اورينٽل ۽ آفريڪن اسٽيڊيز جي اسڪول مان سنسڪرت ۾ بي اي جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن بعد هن ٻي عالمي جنگ ۾ برطانوي سول ڊفينس ڊپارٽمينٽ ۾ بہ خدمتون سرانجام ڏنيون.

باشم ٻي عالمي جنگ جي خاتمي بعد ٻيهر لنڊن جي اورينٽل ۽ آفريڪن اسٽيڊيز جي اسڪول ۾ پنهنجي تعليم کي جاري رکندي تاريخ جي شعبي ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ پنهنجي ڪيريئر جي شروعات 1948ع کان ليڪچرار طور ڪئي. جتان ترقي ڪري 1954ع ۾ پروفيسر جي عهدي تي پهتو. ڪيس 1965ع ۾ آسٽريلين نيشنل يونيورسٽي جي تاريخ جي شعبي جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. جتان پاڻ 1979ع ۾ رٽائرمينٽ حاصل ڪئي. اي ايل باشم سنڌو سڀيتا ۽ انڊيا جي قديم تاريخ ۾ ڪافي دلچسپي رکندو هو. هن آسٽريلين نيشنل يونيورسٽي ۾ سنڌو سڀيتا تي ڪيترائي ليڪچر بہ ڏنا. ڪيس 1985ع ۾ ايشياٽڪ سوسائٽي ڪلڪتي جي

اورينٽل اسٽيڊيز ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. پاڻ قديم سنڌو سڀيتا تي ڪافي مضمون، مقالا ۽ ڪتاب لکيا. قديم انڊيا جي تاريخ بابت سندس The Wonder That was India ڪتاب کي ڪافي شهرت حاصل ٿي. سندس ان ڪتاب جا ڀارت سميت ٻين ملڪن ۾ ڪافي ايڊيشن شايع ٿي چڪا آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- The History and Doctrines of the Ajivikas: A Vanished Indian Religion, London, 1951.
- The Wonder that was India, Sidgwick & Jackson, London, 1954
- Papers on the Date of Kaniṣka, Leiden, 1968.
- A Cultural History of India (editor), Oxford, 1975.
- Basham, A. L, revised, Vincent Arthur Smith's Oxford History of India with Mortimer Wheeler in 1958.

## مقالا

- Basham, A. L. (October 1948). "Harṣa of Kashmir and the Iconoclast Ascetics". Bulletin of the School of Oriental and African Studies 12 (3-4): 140–145.
- Basham, A. L. (February 1949). "Recent Work on the Indus Civilization". Bulletin of the School of Oriental and African Studies 13 (01): 140.

# آسڪو پرپولا

# Asko Parpola

فنلينڊ جو آرڪيالاجي ماهر آسڪو پرپولا سنڌو سڀيتا جي لکت تي گذريل 40 سالن کان تحقيق ڪري رهيو آهي. قديم لکتن، ٻولي ۽ ثقافتن تي تحقيق ڪندڙ هن فنش اسڪالر آسڪو پرپولا 1941ع ۾ جنم ورتو. فنلينڊ جي هيلسنڪي يونيورسٽي سان لاڳاپيل هن پروفيسر سنڌو لکت تي تحقيق جي حوالي سان وڏي مشهوري ماڻي آهي. جيتوڻيڪ پاڻ سنڌو لکت کي پڙهڻ ۾ ڪا ڪاميابي حاصل نہ ڪئي آهي، پر هن ان تحقيق کي اڳتي وٺي هلڻ ۽ نتيجن تائين پهچائڻ لاءِ بنياد ضرور فراهم ڪيا آهن. پرپولا سنڌو لکت تي تحقيق ڪندڙ ماهرن جي ان صف ۾ شامل رهيو آهي، جيڪي دراوڙي تصور تي هلندي تامل ٻولي کي بنياد بنائي سنڌو ماٿري جي هن قديم لکت ۽ ٻولي کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.



سندس سنڌو لکت تي تحقيق سان گڏ سنڌو سڀيتا متعلق هڪ ٻي وڏي ڪوشش موهن جو دڙو سميت هن ماٿري جي ٻين قديم ماڳن تان مليل مهرون آهن. انهن مهرن بابت ٽن جلدن ۾ لکيل ڪتاب جو پاڻ شريڪ ايڊيٽر بہ آهي. اهي ٽي جلد 1987ع، 1991ع ۽ 2010ع ۾ شايع ڪيا ويا. پرپولا دنيا جي هن قديم لکت کي سمجهڻ ۽ پڙهڻ جي ڪوشش طور فنلينڊ جي ماهرن جي هڪ ٽيم تشڪيل ڏني. هن ۽ سندس ٽيم طرفان مرتب ڪيل نتيجن بابت سندس ڪتاب “سنڌو لکت کي پڙهڻ جي ڪوشش” ڪيمبرج يونيورسٽي پريس مان 1994ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. پرپولا پنهنجي تحقيق ذريعي اها ڳالھ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌو سڀيتا جي لکت ۽ ٻولي دراوڙي زبان جي خاندان سان تعلق رکن ٿيون. هن اڳوڻي سوويت يونين جي روسي ماهرن هيراس Herasع ڪنورزوف Knorozov جي ان ٿيوري کي اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن ۾ روسي ماهرن اها دعويٰ ڪئي هئي تہ هنن سنڌو لکت کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي ۽ سنڌو ماٿري جي وارثن جي ٻولي ۽ لکت پروٽو دراوڙي هئي. پرپولا جيتوڻيڪ روسي ماهرن جي دراوڙي ٻولي واري دعويٰ کي تہ پنهنجو ڪيو، پر انهن ماهرن جي ٻولي ۽ لکت کي پڙهڻ بابت تجويز ڪيل نتيجن کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. پرپولا طرفان سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ ٻولي کي دراوڙي قرار ڏيڻ تي ڪيس 23 جون 2010ع

تي منعقد ٿيل عالمي ڪلاسيڪل تامل ڪانفرنس ۾ ڪلاسيڪل تامل ايوارڊ سان بہ نوازيو ويو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Asko Parpola, Deciphering the Indus Script, Cambridge University Press, 1994
- Asko Parpola, The Roots of Hinduism: The Early Aryans and the Indus Civilization, Oxford University Press, 2015
- Asko Parpola, The Sky Garment: A Study ofthe Harappan Religion And Its Relation To The Mesopotamian And Later Indian Religions
- Asko Parpola, Jagat Pati Joshi, Corpus of Indus seals and inscriptions, Suomalainen Tiedeakatemia, 1987
- Asko Parpola, Sayid Ghulam Mustafa Shah, Corpus of Indus Seals and Inscriptions, Vol. 2, Suomalainen Tiedeakatemia, 1991
- Asko Parpola, B. M. Pande, Petteri Koskikallio, Corpus of Indus Seals and Inscriptions, Vol. 3.1, Memories of the Archaeological Survey of India, vol. 96. Helsinki, 2010.
- Asko Parpola, South Asian Religion and Society (Studies on Asian Topics, No 11), Riverdale Co Pub, 1986
- Asko Parpola, Computer Techniques in the Study of the Indus Script, Walter de Gruyter, 1971
- Is the Indus script indeed not a writing system? In: Airāvati: Felicitation volume in honour of Iravatham Mahadevan: 111–31. VARALAARU.COM, Chennai. 2008

- Christian Carpelan (Editor), Asko Parpola (Editor), Petter Koskikallio(Editor), Early contacts between Uralic and Indo-European: Linguistic and archaeological considerations, Suomalais-ugrilainen Seura, 2001
- Klaus Karttunen (Editor), Asko Parpola (Contributor), Juha Janhunen(Contributor), Volker Rybatzki (Contributor), Kimmo Granqvist(Contributor), Hans Henrich Hock (Contributor), Ananta Śāstram: Indological and Linguistic Studies in Honour of Bertil Tikkanen, Finnish Oriental Society, 2010

## اورل اسٽين

# Aurel Stein

قديم آثارن ۽ جاگرافي جي برطانوي ماهر اورل اسٽين کي ڏکڻ ۽ وچ ايشيا جي قديم تهذيبن ۽ جاگرافيائي لنگهن بابت تحقيقات جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو.



پاڻ پاڪستان، ايران، چائنا، ترڪستان سميت وچ ايشيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ قديم تهذيبن ۽ لنگهن تي کوجنا ڪئي. سندس کوجنا جو اهم مقصد سڪندر اعظم جي سنڌ تي حملي وارو لنگهه معلوم ڪرڻو هيو. ان بهاني هن ان کوج دوران سڪندر اعظم جي اچڻ کان به سوين هزارين سال اڳ جي ماڳن تائين به رسائي حاصل ڪئي ۽ انهن جي کوٽائي ڪرائي. اورل اسٽين هنگري جي بداپسٽ شهر ۾ 26 نومبر 1862ع تي جنم ورتو. جڏهن ته پاڻ 26 آڪٽوبر 1943ع ۾ افغانستان جي شهر ڪابل ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. اورل اسٽين سڄي عمر ڪنوارو رهيو. پاڻ يوناني، ليٽين، فرينچ ۽ انگريزي ٻوليون ڄاڻندو هو. هن ڪاليج جي پڙهائي بعد سنسڪرت ۽ فارسي ۾ گريجوئيشن ڪئي. بعد ۾ 1883ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي.

اورل اسٽين پنجاب ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ گنويري والا کي دريافت ڪيو. اورل اسٽين ٻهاولپور ۾ سڪي ويل هاڪڙو درياهه جي پيٽ پرسان به کوجنا ڪري قديم دور جا ماڳ هٿ ڪيا. اورل اسٽين خيبر پختون خواهه صوبي ۾ 1898ع کان 1928ع تائين قديم دور جي ماڳن تي کوجنا ڪئي ۽ علائقي جو سروي ڪرايو. پاڻ مالاڪنڊ ۾ پهريون ڀيرو اتان جي پوليٽيڪل ايجنٽ جي سهڪار سان قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي. هن ان کوجنا دوارن سنڌو سڀيتا سان گڏ ٻڌ دور جا به ڪيترائي قديم ماڳ دريافت ڪيا. اسٽين اها کوجنا ان وقت شروع ڪئي، جڏهن پاڻ لاهور جي اورينٽل ڪاليج جو 1888ع کان 1899ع تائين پرنسپال هيو. برطانوي حڪومت کيس ان وقت جي اين ڊبليو ايف پي ۽ موجوده ڪي پي ڪي صوبي ۾ آرڪيالاجي جو سپرينٽينڊنٽ مقرر ڪيو. جيئن پاڻ ان خطي ۾ قديم تهذيب بابت سروي ۽ کوٽائي جو ڪم شروع ڪري سگهي. پاڻ ان عهدي تي 1904ع کان 1917ع تائين مقرر رهيو. ان عهدي تان رٽائر ٿيڻ بعد به هن خطي ۾ تحقيقات جو ڪم جاري رکيو. پاڻ سوات ۾ به قديم آثارن تي کوجنا ڪئي. ڪي پي ڪي ۾ اورل اسٽين جي تحقيقات جو اهم مقصد سڪندر اعظم جي سنڌ آمد جو ڏڳ ڳولڻ هيو. هن بلوچستان ۾ به سنڌو سڀيتا جي ڪيترائي قديم ماڳ ڳولي لڌا، جن ۾ پيراڻو گنڊائي، ڊبر ڪوٽ ۽ ڪلي شامل

آهن. جن مان ڪيترن ماڳن جي کوٽائي بہ ڪرائي. هن 1927ع ۽ 1928ع ۾ ڪلي جي ماڳ جي کوٽائي ڪرائي.

اورل اسٽين سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي پوئتي پوڻ جو سبب آبهوا جي تبديلي ثابت ڪيو. هو سنڌو سڀيتا جي زوال بابت نام نهاد آرين جي حملي واري تصور کي رد ڪندڙ ماهرن مان هيو. اسٽين قديم سنڌو سڀيتا ۽ ميسوپوٽيما جي تهذيب وچ ۾ واپاري لاڳاپن جي حوالي سان بہ تحقيق ڪئي ۽ ان سلسلي ۾ ايران ۽ بلوچستان ۾ قديم ماڳن جون بہ کوٽايون ڪرايون. گوتم ٻڌ جي دور تي سندس تحقيق بہ اهميت لائق آهي. کيس آرڪيالاجي ۽ جاگرافي جي شعبي ۾ اهم دريافتون ڪرڻ تي ڪيترن ئي اعزازن ۽ ايوارڊن سان بہ نوازيو ويو. جن ۾ رائل جاگرافيڪل سوسائٽي طرفان فائونڊرس ميڊل ۽ رائل ايشياٽڪ سوسائٽي بمبئي طرفان گولڊ ميڊل ڏنو ويو. ان ڪانسواءِ کيس آئرلينڊ ۽ گريٽ برٽين طرفان بہ گولڊ ميڊل ۽ ايوارڊ ڏنا ويا. کيس يونيورسٽي آف ڪيمبرج طرفان ڊاڪٽر آف سائنس ۽ ايس ٽي اينڊريو يونيورسٽي طرفان قانون جي اعزازي ڊگري بہ ڏني وئي.

## ڪتاب ۽ مقالا

- An Archeological tour along the Gaaggar-Hakra River, 1940-42, in S. P. Gupta(ed.) 1943.
- Detailed Report on an Archaeological Tour with the Buner Field Force, Lahore, Punjab Government Press. 1898.
- Report of Archaeological Survey Work in the North-West Frontier Province and Baluchistan, Peshawar, Government Press, N.W. Frontier Province. 1905.
- On Alexander's Track to the Indus: Personal Narrative of Explorations on the North-West Frontier of India. London, Macmillan & Co. Reprint: New York, Benjamin Blom, 1972.
- On Ancient Central-Asian Tracks : vol.1, 1933
- Archaeological Reconnaissances in North-Western India and South-Eastern Īrān : vol.1, 1937
- Old Routes of Western Iran: Narrative of an Archaeological Journey Carried out and Recorded,

MacMillan and co., limited. St. Martin's Street, London. 1940

- Archaeological Notes from the Hindukush Region. J.R.A.S., pp. 1–24 + fold-out. 1944.

## اروري ديدير

# Aurore Didier

فرينچ آرڪيالاجسٽ اروري ديدير سنڌو سڀيتا تي پاڪستان ۽ فرانس جي گڏيل مشن هيٺ مڪران ۽ سنڌ جي لاڙ واري خطي ۾ تحقيق ڪري رهي آهي. ”مشن آف انڊس“ ‘Mission of Indus’ (MAI) جي نالي سان



هن پراجيڪٽ جي شروعات مشهور فرينچ آرڪيالاجسٽ جين ميري ڪيسل طرفان 1958ع کان ڪئي وئي. هن پراجيڪٽ جو مقصد بلوچستان ۽ سنڌو ماٿري جي لهواري خطي ۾ سنڌو سڀيتا جي لڪل رخن کي ظاهر ڪرڻ هيو. جين ميري ڪيسل بعد ان پراجيڪٽ کي اروري ديدير جاري رکيو. ان مشن ۾ ساٿس پروفيسر آر بيسينول ۽ ڊاڪٽر وي مارڪون شريڪ رهيا.

ڊاڪٽر اروري ديدير فرينچ نيشنل سينٽر فار سائنٽيفڪ ريسرچ French National Center for Scientific Research (CNRS) جي محقق ۽ فرينچ آرڪيالاجيڪل مشن ان دي انڊس بيسن French Archaeological Mission in the Indus Basin (MAFBI) جي ڊائريڪٽر آهي. پاڻ ان مشن تحت سنڌ جي لاڙ واري خطي ۽ بلوچستان جي مڪران ۾ سنڌو سڀيتا تي وڏيڪ کوجنا ڪري رهي آهي. پاڻ 2001ع کان 2006ع تائين بلوچستان جي ڪيچ مڪران واري علائقي ۾ ڊاڪٽر رولينڊ بيسينول Roland Besenval جي سربراهي ۾ قديم ماڳن جون کوٽايون به ڪرايون آهن. هن انهن کوٽاين ۽ کوجنا تي ڪتاب به شايع ڪيو. اروري ديدير مهر ڳڙهه ۽ نوشهره جي قديم ماڳن بابت ٿيل کوجنا تي ڊاڪٽر

جين فرانڪوس جارجي سان گڏ تفيصلي تحقيقي رپورٽ تيار ڪئي. جڏهن تہ هن مڪران ۾ سنڌو سڀيتا تي ٿيل تحقيق ڪتابي صورت ۾ تيار ڪئي آهي. پاڻ تازو سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن جي مرڪز چانهون جي دڙي تي وڏيڪ کوٽائي ڪرائي آهي. سندس ڪافي ڪتاب ۽ رپورٽون فرانسيسي زبان ۾ شايع ٿيل آهن.

## ڪتاب ۽ رپورٽون:


- DIDIER, A. (2013) La production céramique du Makran (Pakistan) à l'âge du Bronze ancien. Contribution à l'étude du peuplement ancien des régions indo-iraniennes. MAFACAM XIV. Paris: Diffusion de Boccard. 376 pp.
- Jarrige, J.-F., Quivron, G. & Jarrige, C. with the collaboration of J.F. Haquet, A. Didier & R. Meadow (2011) Nindowari (Pakistan). The Kulli culture, its origin and its relations with the Indus Civilization. Editions.
- Besenval, R. & Didier, A. (2004) Peuplement protohistorique du Kech-Makran au 3ème millénaire av. J.-C.: l'assemblage céramique de la période IIIc sur le site de Miri Qalat. Paléorient 30/2: 159-177
- Didier, A. (2011) The use of colour in the Protohistoric pottery from Pakistani Balochistan and from Mundigak (Afghanistan): Cultural Identities and Technical Traditions. Annales de la fondation Fyssen n° 26: 126-149.
- Jarrige, J.-F., Didier, A. & Quivron, G. (2011) Shahr-i Sokhta and the Chronology of the Indo-Iranian Borderlands. Paléorient 37 (2): 7-34.
- Didier, A. (2011) Échanges et territoires culturels en Asie méridionale à la période protohistorique à partir de l'étude des productions peintes

polychromes. 4ème Congrès International du Réseau Asie.

- Didier, A. & Méry, S. (2012) Les premières céramiques fines d'Asie moyenne aux IVe et IIIe millénaires av. J.-C. In : Lefèvre, V. (ed.) Orientalismes. De l'archéologie au musée. Mélanges en l'honneur de Jean-François Jarrige: 177-192. Brepols (collection Indicopleustoi).
- Didier, A. & Mutin, B. (2013) La production céramique protohistorique du Makran pakistanais dans la compréhension des relations indo-iraniennes. In: J. Bendezu-Sarmiento (dir.), CAC-IFEAC # 21-22, 2013 – p. 461-486.

## بي بي لال

# B. B. Lal



برج باسي لال انڊيا جو مشهور آرڪيالاجي ماهر آهي. سندس جنم 2 مئي 1921ع ۾ انڊيا جي رياست آگرا جي شهر جانسي ۾ ٿيو، پاڻ بي بي لال جي نالي سان مشهوري ماڻي. بي بي لال سنسڪرت زبان ۾ ويدن بابت الھ آباد يونيورسٽي مان ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪئي. ماسٽرس ڪرڻ بعد بي بي لال آرڪيالاجي ۾ دلچسپي ورتي ۽ 1943ع ۾ برطانيہ جي آرڪيالاجسٽ مارٽيمر ويلر وٽ ٽريني جي حيثيت سان ڪم جي شروعات ڪئي ۽ مارٽيمر ويلر جي نگراني هيٺ ٽيڪسيلا جي کوٽائي ۾ بھرو ورتو. جنھن بعد پاڻ هڙاپا جي قديم ماڳ تي 50 سالن تائين کوجنا ڪئي.

پاڻ 1968ع کان 1972ع تائين آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل رهيو. هن انڊين انسٽيٽيوٽ آف ايڊوانس اسٽيڊيز شمال ۾ بہ ڊائريڪٽر طور

ذميواريون نڀايون. پاڻ يونيسيڪو جي ڪيترن ئي ڪاميٽين ۾ بہ ميمبر رهيو. انڊيا جي حڪومت طرفان ڪيس سنڌس آرڪيالاجي جي شعبي ۾ خدمتن عيوض پدما ڀوشن ايوارڊ سان بہ نوازيو ويو. پاڻ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي تعاون سان انڊيا سميت افغانستان ۾ ٻڌ دور جي قديم ماڳن تي بہ تحقيق ڪئي. لال 1950ع ڪان 52ع تائين مهاڀارتا جي قديم ماڳن تي بہ ڪم ڪيو. پاڻ راجسٿان ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ ڪالي بنگن تي بہ تحقيق ڪئي. بي بي لال جا ڪيترائي ڪتاب ۽ 150 ڪان وڌيڪ تحقيقي مقالا قومي ۽ بين الاقوامي سطح جي سائنس جي رسالن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- B.B. Lal (1952). New Light on the "dark Age" of Indian History: Recent Excavations at the Hastinapura Site, Near Delhi. Illustrated London news.
- B. B. Lal (1953). Studies in Early and Mediaeval Indian Ceramics: Some Glass and Glasslike Artefacts from Bellary, Kolhapur, Maski, Nasik and Maheshwar.
- Braj Basi Lal (1955). Excavations at Hastinapura and Other Explorations [in the Upper Gangā and Sutlej Basins], 1950-52.
- Shikaripur Ranganatha Rao; Braj Basi Lal (1960). Excavation at Rangpur and Other Explorations in Gujarat.
- B. B. Lal (1963). The Only Asian Expedition in Threatened Nubia: Work by an Indian Mission at Afyeh and Tumas.
- Jagat Pati Joshi; Braj Basi Lal (1963). Comparative Stratigraphy of the Protohistoric Cultures of the Indo-Pakistan Subcontinent. Ethnographic and Folk-Culture Society, U.P.
- Braj Basi Lal (1964). Indian Archaeology Since Independence. Motilal Banarsidass.

- B. B. Lal (1968). Indian Rock Paintings: Their Chronology, Technique and Preservation.
- B.B. Lal (1972). The Copper Hoard Culture of the Ganga Valley. Heffer.
- B. B. Lal (1977). On the Most Frequently Used Sign in the Indus Script.
- B. B. Lal (1978). Weathering and Preservation of Stone Monuments Under Tropical Conditions: Some Case Histories.
- B.B. Lal (1978). Scientific Examination of Works of Art and History. Indian Association for the Study of Conservation of Cultural Property.
- Special survey reports on selected towns: Dumka, 1981.
- Braj Basi Lal (1982). Has the Indus Script Been Deciphered?. Indian Inst. of Advanced Study.
- Frontiers of the Indus Civilization, 1984.
- B. B. Lal (1993). Excavation at Ś□i□gaverapura: (1977-86). Director General, Archaeological Survey of India.
- Braj Basi Lal (1997). The Earliest civilization of South Asia: rise, maturity, and decline. Aryan Books International.
- Jagat Pati Joshi; D. K. Sinha; Braj Basi Lal (1997). Facets of Indian Civilization: Prehistory and rock-art, protohistory: Essays in Honour of Prof. B.B. Lal (Vol. 1). Aryan Books International. Retrieved 9 August 2013.
- B. B. Lal (1998). India 1947-1997: New Light on the Indus Civilization. Aryan Books International.

- Braj Basi Lal (2002). The Sarasvatī flows on: the continuity of Indian culture. Aryan Books International.
- Braj Basi Lal (2003). Excavations at Kalibangan: The Early Harappans, 1960-1969. Director General, Archaeological Survey of India.
- A. S. Bisht; Surinder Pal Singh; B. B. Lal (2004). Studies in Art and Archaeological Conservation: Dr. B.B. Lal Commemoration Volume. Agam Kala Prakashan.
- B. B. Lal (2005). The Homeland of the Aryans. Evidence of Rigvedic Flora and Fauna & Archaeology. Aryan Books.
- Braj Basi Lal; R. Sengupta (2008). A Report on the Preservation of Buddhist Monuments at Bamiyan in Afghanistan. Islamic Wonders Bureau.
- B. B. Lal (2008). Rāma, His Historicity, Mandir, and Setu: Evidence of Literature, Archaeology, and Other Sciences. Aryan Books.
- B. B. Lal (2009). How Deep Are the Roots of Indian Civilization? Archaeology Answers. Aryan Books.
- Braj Basi Lal (2011). Excavations at Bharadwaja Ashram: with a note on the exploration at Chitrakuta. Archaeological Survey of India.
- Braj Basi Lal (2011). Piecing Together: Memoirs of an Archaeologist. Aryan Books International.
- Braj Basi Lal (2015). The Rigvedic People: 'Invaders’? /'Immigrants'? or Indigenous?. Aryan Books International.

# بي ڪي ٿاپر

# B. K. Thapar



ڀارتي آرڪيالاجسٽ

بي ڪي ٿاپر انڊيا جي شهر لڌيانا ۾ 18 آڪٽوبر 1921ع ۾ ڪپڙي جي هڪ واپاري جي گهر ۾ جنم ورتو ۽ 6 سيپٽمبر 1995ع ۾ نيئن دهلي ۾ وفات ڪري ويو. هن لاهور جي پنجاب يونيورسٽي مان تاريخ جي شعبي ۾ ايم اي جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن بعد آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۾ ملازمت حاصل ڪئي، جتي هن ناميارو آرڪيالاجي ماهر مورٽيمر ويلر جي سربراهي هيٺ تربيت حاصل ڪئي. جنهن بعد بي ڪي ٿاپرجرمني جي هائيڊبل برگ يونيورسٽي مان اولهه ايشيا جي آرڪيالاجي جي موضوع تي ڊاڪٽريٽ جي سند ماڻي ورتي. ڀارت انڊيا جي ثقافت ۽ فن جي ترقي بابت جوڙيل ٽرسٽ ”ان ٽيڪ“ (Indian National Trust for Art and Cultural Heritage) جو باني پڻ هيو.

ٿاپر سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳن جي کوٽائي ۾ ڀرپور ورتو ۽ هن سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ ڪالي بنگن سميت پراڻا قلعا ۽ ماسڪي جون به کوٽايون ڪرايون. هن افغانستان جي فراح ماٿري ۽ بگرام ۾ به قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي. ڀارت آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي جرنل جو 1973ع کان 1979ع تائين ايڊيٽر به رهيو. بي ڪي ٿاپر1978ع کان 1981ع تائين آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل رهيو. ڀارت انڊيا سميت ڪيترن ئي ٻين ملڪن ۾ آرڪيالاجي، فن ۽ ثقافت بابت ادارن ۽ تنظيمن جو ميمبر ۽ سربراهه به رهيو. جن ۾ آمريڪن انسٽيٽيوٽ آف انڊين اسٽڊيز جي صلاحڪاري ڪاميٽي جو ميمبر، انٽرنيشنل ڪائونسل آف مونومينٽس اينڊ سائيٽس جو نائب صدر، يونيسڪو جي انڊين نيشنل ڪاميٽي جو ميمبر، جرمن آرڪيالاجيڪل انسٽيٽيوٽ جو ميمبر، انڊين سائنس ڪانگريس جو ميمبر ۽ ريڊيو ڪاربان ڊيٽنگ ڪاميٽي جو ميمبر رهيو. ڪيس ڀارتي سرڪار طرفان تعليم ۽ آرڪيالاجي ۾ نمايان خدمتون سرانجام ڏيڻ تي پدما شري ايوارڊ سان به نوازيو ويو. بي ڪي ٿاپر سنڌو سڀيتا تي ڪيترائي تحقيقي ڪتاب ۽ مقالا تحرير ڪيا. جن مان ڪجهه ڪتابن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو.

**کتاب ۽ مقالا**

- Indian megaliths in Asian context - with Arun Kumar Sharma (1994)
- Conservation of the Indian heritage - with Bridget Allchin and Frank Raymond Allchin (1989)
- Recent archaeological discoveries in India (1985)
- Approaches to the Archaeological Heritage Chapter 7, India - Henry Cleere (1984)
- History of Humanity: Scientific and Cultural Development. Book Chapter: The Indus Valley: 3000-1500 BC. Dani, A. H. and Mohan, J.-P. (eds.), Vol. II UNESCO and Rutledge: 246-265 - with Mohammed Rafique Mughal (1996)

## بينجمن ويلنٽائين

# Benjamin Valentine



سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ ماهر بينجمن ويلنٽائين بائيوآرڪيالاجسٽ آهي. پاڻ ڏکڻ ايشيا ۾ خاص ڪري سنڌو سڀيتا جي وارثن بابت جديد سائنسي بنيادن تي تحقيق ڪري رهيو آهي. ويلنٽائين بائيو جيوڪيميڪل ڊيٽا ذريعي ان دور ۾ آبهوا ۾ ماحولياتي تبديلين سبب رهائشي نظام ۾ ٿيرقار ۾ لڏپلاڻ متعلق کوجنا ۾ بہ مصروف آهي. بينجمن ويلنٽائين آمريڪا جي ڊارٽموٿ ڪاليج يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي شعبي سان سلهاڙيل آهي. ڪيس پي ايچ ڊي ڪرڻ دوران 2011ع ۾ فلوريڊا يونيورسٽي طرفان سنڌو سڀيتا جي وارثن جي شناخت ۾ لڏپلاڻ تي تحقيق ڪرڻ لاءِ گرانٽ بہ مهيا ڪئي وئي.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Benjamin Valentine, George D. Kamenov, Jonathan Mark Kenoyer, Vasant Shinde, V. Mushrif-Tripathym Evidence for Patterns of Selective Urban Migration in the Greater Indus Valley (2600-1900 BC): A Lead and Strontium Isotope Mortuary Analysis, PLOS ONE, 2015
- Benjamin Valentine, Evidence for Patterns of Selective Urban Migration in the Greater Indus Valley (2600-1900 BC): A Lead and Strontium Isotope Mortuary Analysis, PLOS ONE, 2015

- Benjamin Valentine, Resource depression, climate change, and mountain sheep in the eastern Great Basin of western North America, Archaeological and Anthropological Sciences, 2013
- Benjamin Valentine, Reconstructing Neolithic groups in Sarawak, Malaysia through lead and strontium isotope analysis, Journal of Archaeological Science, 2008

## ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي

# Bhero Mal Adwani



سنڌ جي قديم تاريخ ۽ ثقافت سميت ٻولي تي تحقيق ڪندڙن ڏيهي ماهرن ۾ ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي جو نالو ٻه شامل رهيو آهي. پاڻ 1875ع ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. پاڻ ثانوي تعليم حيدرآباد مان ورتي، ڀيرو مل ايڪسائيز کاتي ۾ 28 سال نوڪري ڪئي. بعد ۾ نومبر 1924ع ۾ ڪراچي جي ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر مقرر ٿيو. هن سنڌو ماٿري جي سڀيتا، سنڌي ٻوليءَ، سنڌ جي تاريخ تي تحقيق شروع ڪئي. هن ويدن، مهاڀارت ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي تاريخي ڪتاب "قديم سنڌ" لکيو، جيڪو1957ع ۾ شايع ٿيو. سندس ڪتاب"سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ٻه تحقيق جي ميدان ۾ خاصو مقبول ٿيو. سندس اهو ڪتاب 1931ع ۾ شايع ٿيو. ڪاڪي ڀيرومل قديم تاريخ ۽ ٻولي سميت مختلف موضوعن تي 50 کان مٿي ڪتاب تحرير ڪيا. پاڻ ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي بعد ڀارت جي شهر پوني هليو ويو، جتي 1953ع ۾ وفات ڪئي.

## ڪتاب ۽ مقالا

- قديم سنڌ، 1957ع
- سنڌ جي هندن جي تاريخ
- سنڌي ٻولي جي تاريخ. 1931ع
- سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ

## برگيٽ آلچن

# Bridget Allchin



برطانوي آرڪيالاجي جي ماهر ميڊم برگيٽ آلچن ڪي ڏکڻ آيشيا جي آرڪيالاجي تي خاص مهارت حاصل رهي آهي. پاڻ 1927ع ۾ برطانوي شهر آڪسفورڊ ۾ جنم ورتو. سندس مڙس رائمنڊ آلچن بہ ڏکڻ ايشيا جي آرڪيالاجي جو ماهر رهيو آهي. هن زال مڙس نہ فقط گڏجي سنڌو ماٿري جي قديم تهذيب تي تحقيق ڪئي، پر ڪيترن ئي ڪتابن جا گڏيل خالق بہ رهيا آهن. برگيٽ آلچن يونيورسٽي ڪاليج لنڊن ۾ تاريخ ۽ قديم تهذيبن بابت ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتي پر هن پنهنجي والدين طرفان ڏکڻ آفريڪا لڏي وڃڻ سبب تعليم ڪي اڌ ۾ ڇڏي ڏنو. بعد ۾ پاڻ ڏکڻ آفريڪا جي شهر ڪيپ ٽائون جي يونيورسٽي ۾ آفريڪن اسٽيڊيز، انٿروپلاجي، آرڪيالاجي ۽ آفريڪي ٻولين ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پڙهڻ شروع ڪيو. برگيٽ پنهنجي تعليم دوارن ڏکڻ آفريڪا جي پٿر جي دور تي تحقيق ۾ مهارت حاصل ڪئي. بعد ۾ پاڻ 1950ع ڌاري برطانيہ واپس اچڻ جو فيصلو ڪيو ۽ برطانيہ پهچي انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجي مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ جڏهن برطانيہ جي يونيورسٽي ڪاليج لنڊن مان پي ايڇ ڊي ڪري رهي هئي تہ سندس پنهنجي هم ڪلاس رائمنڊ آلچن سان ملاقات ٿي، جيڪا ان ئي سال شادي جي ٻنڌڻ ۾ تبديل ٿي وئي.

برگيٽ آلچن ڪي ڊاڪٽريٽ جي پڙهائي دوارن ئي ڏکڻ ايشيا جي قديم تهذيب ۽ تاريخ سان لڳاءُ پيدا ٿيو، پاڻ پهريون ڀيرو 1951ع ۾ انڊيا پهتي، ڏکڻ ايشيا

جي قديم تاريخ ۽ آرڪيالاجي تي وڏ کان وڏ تحقيق ڪندڙ هي پهرين عورت اسڪالر هئي. جنهن افغانستان کان سريلنڪا تائين ڏکڻ ايشيا جي آرڪيالاجي تي تحقيق ڪئي ۽ ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا تحرير ڪيا. پهريان تہ هن پنهنجي مڙس رائمند آلچن سان فيلڊ ۾ هٿ ونڊايو، پر پوءِ پاڻ بہ ڏکڻ آيشيا جي آرڪيالاجي تي تحقيق ڪرڻ لاءِ فنڊ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. جنهن بعد هن بروڊا يونيورسٽي جي پروفيسر ٿي ايم هيڊج ۽ آڪسفورڊ يونيورسٽي جي پروفيسر اينڊريو گوڊي سان گڏ ٿر ۾ قديم آثارن جي ڪوجنا تي ڪم شروع ڪيو. ان عرصي دوران برگيٽ آلچن آرڪيالاجيڪل سروي سان لاڳاپا قائم ڪري ورتا ۽ ان اداري جي مدد سان پاڪستان جي پوٺوهار ريجن ۾ پٿر دور جي ماڳن تي ڪم شروع ڪيو. هن ٿر سميت پوٺوهار ۾ پٿر دور جي ماڳن تي ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ ڪتاب لکيا. پاڻ سائوٿ ايشين اسٽيڊيز جرنل جي باني ايڊيٽر پڻ رهي. ان سان گڏ پاڻ ولفسن ڪاليج ڪيمبرج جي فيلو پڻ رهي. برگيٽ قديم ايران ۽ انڊيا ٽرسٽ جي سيڪريٽري ۽ بعد ۾ چيئرمين جي عهدي تي بہ ڪم ڪيو. ان سان گڏ پاڻ يورپين ايسوسيئيشن آف سائوٿ ايشين آرڪيالاجسٽس جي سيڪريٽري جنرل بہ رهي. ان ايسوسيئيشن طرفان ڪافي تحقيقاتي مقالا شايع ڪيا ويا.

## ڪتاب ۽ مقالا

- The Stone Tipped Arrow (1966)
- The Prehistory and Palaeogeography of the Great Indian Desert (1978)
- The Rise of Civilization in India and Pakistan (1982) with F. Raymond Allchin
- From the Oxus to Mysore in 1951: The Start of a Great Partnership in Indian Scholarship (Hardinge Simpole, 2012) with F. Raymond Allchin
- Allchin, Bridget 1966. The Stone-Tipped Arrow; Late Stone-Age Hunters of the Tropical Old World. New York: Barnes & Noble.
- Allchin, Bridget 1972. Hunters or Pastoral Nomads?: Late Stone Age Settlements in Western and Central India. London: Duckworth.
- Allchin, Bridget 1973. Environment, Time and Technology: The Flake Tradition and Blade and

Burin Traditions in Western India. Bombay: Tata Institute of Fundamental Research.

- Allchin, Bridget 1994. Living Traditions: Studies in the Ethno archaeology of South Asia. Oxford: Oxbow Books.
- Petraglia, Michael D., and Bridget Allchin (eds.) 2007. The Evolution and History of Human Populations in South Asia Inter-Disciplinary Studies in Archaeology, Biological Anthropology, Linguistics and Genetics. Dordrecht, the Netherlands: Springer.
- Allchin, Bridget 1952. "A study of some Palaeolithic artefacts from South India". Current Science 21: 268–271.
- Allchin, Bridget 1957. "Australian Stone Industries, Past and Present". Journal of the Royal Anthropological Institute of Great Britain and Ireland, 87, no. 1: 115–136.
- Allchin, Bridget 1958. "The Late Stone Age of Ceylon". Journal of the Anthropological Institute of Great Britain and Ireland. 88, no. 2: 179–201.
- Allchin, B. 1959. "The Indian Middle Stone Age: Some New Sites in Central and Southern India". Bulletin of the London University Institute of Archaeology 2: 1–36.
- Allchin, Bridget 1960. Review of Stone Age Industries of the Bombay and Satara Districts. by S. C. Malik. Man 60: 95.
- Allchin, Bridget 1960. "196. Central Indian Prehistory: The Carlyle Collections". Man. 60, no. 9: 155–156.
- Allchin, Bridget and J. Desmond Clark and C. B. M. McBurney and Sonia Cole 1961. "The Pelican

Prehistories". Journal of African History. 2, no. 1: 153–154.

- Allchin, Bridget 1963. "The Indian Stone Age Sequence". The Journal of the Royal Anthropological Institute of Great Britain and Ireland 93, no. 2: 210–234.
- Allchin, Bridget 1966. "The Stone Age of India in relation to surrounding regions of the Old World". Proceedings of the Sixth International Congress of Prehistoric and Protohistoric Sciences (Rome, 29 August–3 September 1962). Rome, 250–255.
- Allchin, Bridget and K. T. M. Hegde 1968. "The background of early man in the Narmada valley, Gujarat: a preliminary report of the 1969 season's fieldwork". Journal of the M.S.U. Baroda 17, no.1: 141–145.
- Allchin, Bridget and Andrew Goudie. 1971. "Dunes, Aridity and Early Man in Gujarat, Western India". Man. 6, no. 2: 248–265.
- Allchin, Bridget, K. T. M. Hegde and Andrew Goudie 1972. "Prehistory and Environmental Change in Western India: A Note on the Budha Pushkar Basin, Rajasthan". Man. 7, no. 4: 541–564.
- Allchin, Bridget, K. T. M. Hegde and Andrew Goudie 1972. "The background of early man in Gujarat, a preliminary report of the Cambridge – Baroda Expedition, 1970–71 season. Journal of the M.S.U. Baroda 19, no.1: 15–32.
- Allchin, Bridget 1972. "Hunters or pastoral nomads? Late Stone Age settlements in Western and Central India". In: P. J. Ucko, R. Tringham and G. W. Dimbleby (eds.), Man, Settlement and Urbanism. London: Duckworth, 115–119.

Meadows, pp. 306-319. Linnaean Society, London/Karachi: Oxford University Press.

- Dennell, R.W. 1998 Grasslands, tool-making and the earliest colonization of south Asia: a reconsideration. In *Early Human Behavior in Global Context: The Rise and Diversity of the Lower Palaeolithic Record*, pp. 280-303, ed. by M. Petraglia and R. Korisettar. London: Routledge. (This resulted from the World Archaeological Congress conference in Delhi in 1994).
- Dennell, R.W. 1995 The early stone age of Pakistan: a methodological review. *Man and Environment*: 20 (1), 21-28.
- Dennell, R.W. and Rendell, H. 1991 De Terra and Paterson, and the Soan flake industry: a perspective from the Soan Valley, Pakistan. *Man and Environment* 16 (2), 91-99.
- Dennell, R.W., Rendell, H., Halim, M. and Moth, E. 1991 Site 55, Riwat: a 42,000 yr.-bp. open-air palaeolithic site from northern Pakistan. *Journal of Field Archaeology* 19, 17-33.
- Dennell, R.W., Rendell, H. and Hailwood, E. 1988. Early tool-making in Asia : two-million year-old artefacts in Pakistan. *Antiquity* 62, 98-106.
- Rendell, H., Hailwood, W. and Dennell, R.W. 1987 Magnetic polarity stratigraphy of Upper Siwalik Sub-Group, Soan Valley, Pakistan: implications for early human occupance of Asia. *Earth and Planetary Science Letters* 85, 488-496.
- Rendell, H. and Dennell, R.W. 1987 The dating of an upper pleistocene archaeological site at Riwat, northern Pakistan. *Geoarchaeology* 1, 6-12.

## ايس ڪليانارامائن

# S. Kalyanaraman

ايس ڪليانارامائن سنڌو سڀيتا تي کوجنا ڪندڙ ”سرسوتي سنڌو ريسرچ سينٽر“ چنائي جو باني‌ڪار آهي. پاڻ انهيءَ ريسرچ سينٽر کي والنٽري بنياد تي يعني بنا نفعي ۽ نقصان جي هلائي رهيو آهي. پاڻ ڀارت جي انامالي يونيورسٽي مان اسٽيٽسٽڪس ۽ ايڪانامڪس جي شعبي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ بعد فلپائين جي يونيورسٽي مان پبلڪ ايڊمنسٽريشن ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. رامائن 20 سالن تائين ڀارتي حڪومت جي ريلوي ۽ ڪرناٽڪا اليڪٽرڪسٽي بورڊ ۾ اقتصادي صلاحڪار ۽ آءِ ٽي اسپيشلسٽ طور ذميواريون نڀايون. جڏهن ته ايشيائي ترقياتي بينڪ ۾ سينئر ايگزيڪيوٽو طور به فرض سرانجام ڏنا.



رامائن ملازمت دوران فارغ وقت ۾ سنڌو سرسوتي سڀيتا تي تحقيق ڪندو رهيو. هن 18 سالن جي لڳاتار محنت بعد ڀارت جي 25 قديم ٻولين بابت 15 جلدن ۾ ڪمپريٽو ڊڪشنري تيار ڪئي. جيڪو سندس وڏو ڪارنامو قرار ڏنو وڃي ٿو. پاڻ 1995ع ۾ سرڪاري ملازمت تان رٽائرمينٽ حاصل ڪرڻ بعد سنڌو سرسوتي سڀيتا تي تحقيق طرف مڪمل ڌيان ڏنو. پاڻ هن وقت نه فقط سرسوتي ريسرچ سينٽر جو دائريڪٽر آهي، پر ويدڪ دور تي کوجنا ڪندڙ عالمي ايسوسيئيشن جي بورڊ آف دائريڪٽرز جو به ميمبر آهي. هندو مت جو اثر وڌيڪ هجڻ سبب هن جي تحقيق جو مرڪز به هندو سڀيتا رهي آهي. ويدڪ سرسوتي ندي، هندو سڀيتا جا بنياد، سنڌو ماٿري جي لکت ۽ ٻولي تي تحقيق سندس دلچسپ موضوع رهيا آهن. پاڻ تامل، تيلگو، سنسڪرت ۽ هندي ٻولين جو به ماهر آهي. هو سنڌو سرسوتي سڀيتا ۽ هندو مذهب سميت قديم لکتن ۽ ثقافتن بابت 18 کان وڌيڪ ڪتابن جو به خالق آهي. رامائن سنڌو سڀيتا جي لکت تي به تحقيق ڪري رهيو آهي. ان بات هن پنهنجا نتيجا ڪتابي صورت ۾ پڌرا ڪيا آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Indus Script deciphered: Rosetta stones, Mlecchita vilalpa, 'meluhha cipher'
- Samskrta Bharati: Indus Script Dictionary, Epigraphia Mlecchita Vikalpa, 'Meluhha cipher', 2016
- Meluhha: A visible language, 2013
- Indus Script Cipher: Hieroglyphs of Indian linguistic area, 2010
- Indus Writing in ancient Near East: Corpora and a dictionary, 2013
- Indus Script: Meluhha metalwork hieroglyphs, 2014
- Philosophy of symbolic forms in Meluhha cipher, 2014
- Rastram: Hindu history in United Indian Ocean States, 2011
- Indian hieroglyphs: Invention of writing, 2012
- Invention of Writing: Indian Sprachbund 3500 BCE, 2012
- Vedic River Sarasvati and Hindu Civilzation, 2009
- Sarasvati, 2000
- The River Sarasvati: Legend, myth and reality, 1999

## ايس آر رائو

# S. R. Rao

ڀارتي آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر شڪارپورا رانگناٿ رائو آرڪيالاجي جي دنيا ۾ ايس آر رائو S. R. Rao جي نالي سان مشهور آهي. پاڻ ڀرين جولاءِ 1922ع ۾ جنم ورتو ۽ 3 جنوري 2013ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. رائو ميسور يونيورسٽي مان تعليم مڪمل ڪرڻ بعد برطانوي انڊيا جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت حاصل ڪئي ۽ کيس برودا رياست ۾ مقرر ڪيو ويو. پاڻ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا ۾ ڪيترن ئي اهم عهدن تي ذميواريون نڀايون. جيتوڻيڪ پاڻ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي ملازمت تان 1980ع ۾ رٽائرمينٽ حاصل ڪئي، پر پوءِ بہ کيس حڪومت طرفان ڪيترن ئي آرڪيالاجي جي پروجيڪٽن کي جاري رکڻ لاءِ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جو ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. رائو جي ڪوششن سان ئي انڊيا ۾ پهريون ڀيرو 1981ع ۾ ميرائن آرڪيالاجيڪل ريسرچ سينٽر قائم ڪيو ويو. ايس آر رائو ئي انڊيا ۾ ميرائن آرڪيالاجيڪل سوسائٽي جو بنياد وجهندڙ هو.



رانگناٿ رائو سنڌو سڀيتا جي ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي، جن ۾ سنڌو سڀيتا جي بندر گاهہ وارو شهر لوٿل، رانگپور، امريلي، اهولي، دوارڪا ۽ ٻيا ماڳ شامل آهن. سندس انتهائي اهم کوجنا سنڌو ماٿري جي اهم ماڳ ۽ بندرگاهہ واري شهر لوٿل تي هئي.

ايس آر رائو سنڌو سڀيتا جي لکت کي بہ پڙهڻ deciphered جي ڪوشش ڪئي، 1992ع ۾ هن دعويٰ ڪئي تہ پاڻ سنڌو لکت کي پڙهڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. پر ٻين ماهرن سندس نتيجن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Lothal and the Indus Civilisation, Bombay: Asia Publishing House, (1973)
- Lothal: A Harappan Port Town (1955 - 1962), Vols. I and II, Memoirs of the Archaeological Survey of India, no.78, New Delhi, (1979 and 1985)
- Lothal, New Delhi: The Director General, Archaeological Survey of India (1985)
- Dawn and Devolution of the Indus Civilization, Delhi: Aditya Prakashan (1991)
- New Trends in Indian Art and Archaeology: S.R. Rao's 70th Birthday Felicitation Volumes, edited by B.U. Nayak and N.C. Ghosh, 2 vols. (1992)
- New Frontiers of Archaeology, Bombay: Popular Prakashan, (1994)
- The Lost City of Dvaraka, National Institute of Oceanography, (1999)
- Marine Archaeology in India, Delhi: Publications Division, (2001)

## سمر ڪنڊو

# Samar Kundu

ڀارتي آرڪيالاجسٽ سمر ڪنڊو سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ ماهرن جي صف ۾ شامل آهي. پاڻ ڪلڪتي جي يونيورسٽي مان بائيو آرگنڪ



ڪيمسٽري ۾ ڊاڪٽر آف سائنس جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن بعد نيويارڪ جي يونيورسٽي آف پٽسبرگ مان 1971ع ۾ آرگينڪ ۽ بائيو آرگينڪ ڪيمسٽري ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. ڪنڊو آڪٽوبر 1975ع کان جولاءِ 1980ع تائين نيويارڪ جي البرٽ آئنسٽائين ڪاليج آف ميڊيسن ۾ 4 سالن تائين وزيٽنگ اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تي فائز رهيو. هن بائلر ڪاليج آف ميڊيسن ۾ جولاءِ 1980ع کان نومبر 1983ع تائين ساڍا ٽي سال ايسوسيئيٽ پروفيسر جي عهدي تي ذميواريون ادا ڪيون. پاڻ 30 کان وڌيڪ ڪتابن ۽ تحقيقي مقالن جو خالق آهي. سندس تحقيق جا مکيه موضوع سنڌو ماٿري جي سڀيتا ۽ ڪيمسٽري رهيا آهن. سندس سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي لکيل ڪتاب وڏي مڃتا ماڻي آهي.

## ڪتاب

- INDUS VALLEY CIVILIZATION, September 2013

## شاهده انصاري

# Shahida Ansari



ڀارتي آرڪيالاجسٽ ڊاڪٽر شاهده انصاري گجرات ۽ اوڀر پنجاب ۾ سنڌو سڀيتا جي ماڳن تي تحقيق ڪري رهي آهي. شاهده 8 ڊسمبر 1972ع تي جنم ورتو ۽ پاڻ ننڍي عمر ۾ ئي سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ سائنسدانن جي سٽ ۾ شامل ٿي. شاهده هن وقت دکن ڪاليج پوني ۾ ايپيگرافي ۽ پيليوگرافي جي شعبي ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ذميواريون ادا ڪري رهي آهي. ڊاڪٽر شاهده 1992ع ۾ ڪي سي ڪاليج بمبئي مان تاريخ ۽ انڊيا جي قديم ڪلچر تي بي اي جي ڊگري حاصل ڪئي. بعد ۾ دکن ڪاليج پوني مان 1994ع ۾ انڊيا جي قديم تاريخ، ڪلچر ۽ آرڪيالاجي ۾ ايم اي ڪئي. پاڻ ساڳي ڪاليج مان 2002ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. سندس تحقيقي مقالي جو موضوع ڏکڻ ۽ مرڪزي گنگا ماٿري ۾ اوائلي دور جي آبادين جي رهائشي نظام بابت کوجنا ڪرڻ هيو. شاهده انصاري ميوزولاجي ۽ سنسڪرت ٻولي ۾ ٻه ڊپلوما جون ڊگريون حاصل ڪيون آهن.

هن سنڌو سڀيتا جي ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي آهي ۽ اڳ دريافت ڪيل وسندين تي کوجنا ڪئي آهي. جن ۾ اوڀر پنجاب ۾ قديم ماڳ روپانگر، راجستان ۾ ڪرانپورا، ڪڇ ضلعي ۾ ڪانمير جا قديم ماڳ شامل آهن. پاڻ ميوزم ايسوسيئيشن انڊيا دهلي، انڊين سوشل سائنس ايسوسيئيشن آگرا، سوسائٽي آف سائوٿ ايشين آرڪيالاجي پوني ۽ سوسائٽي فار ميرين آرڪيالاجي گوا جي تاحيات ميمبر پڻ آهي. شاهده انصاري سنڌو سڀيتا سميت قديم انڊيا جي آرڪيالاجي ۽ انٿروپلاجي تي 4 ڪتاب لکيا آهن، جڏهن ته سندس 19 کان وڌيڪ تحقيقي مقالا انڊيا سميت ٻين بين الاقوامي جرنلن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Ansari, Shahida, Ethnoarchaeological Perspectives of Prehistoric Settlement Patterns of South-Central Ganga Valley (British Archaeological Reports International Series), British Archaeological Reports (2011)
- SHAHIDA ANSARI, VIJAY SARDE and MOHAN S. PARDHI, ARCHAEOLOGICAL INVESTIGATIONS IN 'APSINGA'A SATAVAHANA SETTLEMENT IN OSMANABAD DISTRICT, MAHARASHTRA, Bulletin of the Deccan College Research Institutem Vol. 72/73 (2012-2013), pp. 225-244
- SHAHIDA ANSARI, DECCAN COLLEGE MUSEUM: A SPECIALIZED MUSEUM IN ARCHAEOLOGY, Bulletin of the Deccan College Research Institute, Vol. 68/69 (2008-2009), pp. 243-276

## شري ڪلارڪ

# Sharri Clark

سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ آمريڪا جي ناميارِي آرڪيالاجي ماهر شري ڪلارڪ هارورڊ يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي ڊپارٽمينٽ مان آرڪيالاجي ۾ پي ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ آمريڪا جي اوڪلاهوما شهر ۾ جنم ورتو. ڊاڪٽريٽ جي ڊگري دوران سندس تحقيق جو محور پاڪستان، انڊيا ۽ اسرائيل ۾ آرڪيالاجي بابت فيلڊ ورڪ هيو. شري ڪلارڪ جي تحقيق جو محور هڙاپا مان مليل پڪل مٽي جا ٽانون ۽ ان دور جي ماڻهن ۾ سماجي رابطا هو. شري ڪلارڪ پنهنجي تحقيق دوارن پاڪستان حڪومت جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ طرفان ٿيل تحقيق ۽ ميوزمن ۾ گڏ ٿيل قديم نوادرات ۽ ٻئي مواد کي استعمال هيٺ آندو. هن پنهنجي تحقيق دوران هڙاپا آرڪيالاجيڪل ريسرچ پراجيڪٽ پاران پاڪستان ۾ قديم آثارن جي کوٽاين دوارن هڙاپا ميوزم، نيشنل ميوزم ۽ لاهور ميوزم ۾ رکيل نوادرات کي به پنهنجي کوجنا ۾ شامل ڪيو. ان سان گڏوگڏ پاڻ آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا طرفان ٿيل تحقيق ۽ نيشنل ميوزم آف انڊيا ۾ رکيل قديم نوادرات مان به فائدو حاصل ڪيو. ڊاڪٽر ڪلارڪ گڏيل قومن جي اداري يونيسيڪو جي پاڪستان ۾ ڪلچرل هيريٽيج پرزرويشن پروگرام ۽ هڙپا آرڪيالاجيڪل ريسرچ پروجيڪٽ جي ڪنسلٽنٽ به رهي. شري ڪلارڪ پاڪستان سميت ٻين ملڪن جي آرڪيالاجي بابت به ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا لکيا آهن. پاڻ ڪمپيوٽر سسٽم اسپيشلسٽ به آهي. هن ڪمپيوٽر سائنس ۾ اوڪلاهوما اسٽيٽ يونيورسٽي مان بي ايس جي ڊگري به حاصل ڪئي آهي. سندس سنڌو سڀيتا تي لکيل مقالن ۽ ڪتابن جو وچور هتي پيش ڪجي ٿو.



- Sharri R. Clark, The Social Lives of Figurines
- Recontextualizing the Third-Millennium-BC Terracotta Figurines from Harappa. Papers of the Peabody Museum 86

## شيرين رتناگر

# Shereen Ratnagar

ڀارتي آرڪيالاجسٽ شيرين رتناگر سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي واڪاڻ جوڳو ڪم ڪيو آهي. هن سنڌو سڀيتا تي ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا لکيا آهن. جيڪي مستقبل ۾ هن قديم تهذيب تي ڪم ڪندڙن لاءِ سونهان بڻجي سگهن ٿا. پاڻ پونا يونيورسٽي جي دڪن ڪاليج مان تعليم حاصل ڪئي. جڏهن ته يونيورسٽي ڪاليج لنڊن جي آرڪيالاجي شعبي مان ميسوپوٽين آرڪيالاجي ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتي. ڪيس جواهر لال يونيورسٽي ۾ آرڪيالاجي ۽ قديم تاريخ جي شعبي جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. جتان پاڻ 2000ع ۾ رٽائرمينٽ حاصل ڪئي. رٽائرمينٽ بعد به هن پنهنجي شعبي ۾ ڪم جاري رکيو. پاڻ سنڌو سڀيتا جي مختلف رخن تي تحقيق ڪئي ۽ دنيا جي مختلف يونيورسٽين ۾ ليڪچر به ڏنا. شيرين رتناگر سنڌو سڀيتا جي زوال واري مفروضي تي به تفصيلي تحقيق ڪئي. پاڻ هن وقت بمبئي ۾ رهائش پذير آهي.



## ڪتاب ۽ مقالا

- Encounters, the westerly trade of the Harappa civilization, Oxford University Press (1981).
- Enquiries into the political organization of Harappan society, Ravish Publishers (1991).
- The End of the Great Harappan Tradition, New Delhi: Manohar, ISBN 81-7304-331-0. (2000)
- Understanding Harappa: Civilization in the greater Indus Valley, Tulika Books, ISBN 81-85229-37-6 (2002)

- Mobile and Marginalized Peoples, New Delhi: Manohar (2003)
- Trading Encounters: From the Euphrates to the Indus in the Bronze Age, Oxford University Press (2nd edition), ISBN 0-19-568088-X (2006)
- The Other Indians - Essays on Pastoralists and Prehistoric Tribal People, Three Essays Collective (2004)
- Ayodhya: Archaeology After Excavation, New Delhi: Tulika Books (2007)
- The Timechart History of Ancient Egypt, Worth (2007). ISBN 190302532X.
- Makers and Shapers: Early Indian Technology in the Household, Village, and Urban Workshop, Tulika Books (2007).
- Being Tribal, Primus Books (2010). ISBN 9380607024.
- Materials used in the Bronze Age
- The Aryan Homeland Debate in India
- Island in the Rann
- Archaeology and the Long Lineages of Tradition

## سراج الحق ميمڻ

# Siraj Ul Haq Memon



سنڌو سڀيتا جي قديم لکت تي کوجنا ڪندڙ ڏيهي ماهرن ۾ سراج الحق جو نالو بہ اهم حيثيت رکي ٿو. پاڻ 24 آڪٽوبر 1933ع ڌاري حيدرآباد ضلعي جي ٽنڊو ڄام شهر ۾ جنم ورتو. جڏهن تہ پاڻ 2 فيبروري 2013ع ۾ ڪراچي ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. سراج الحق ميمڻ جنهن کي سنڌ جا ماڻهو فقط سراج طور سڃاڻن، نہ فقط سنڌو سڀيتا جي لکت تي ڪم ڪيو، پر پاڻ سنڌي ٻولي جو سٺو ناول نگار، ڪالم نگار، صحافي ۽ ڪهاڻيڪار بہ تسليم ڪيو ويندو آهي. پاڻ حيدرآباد مان ميٽرڪ ڪرڻ بعد ڊي جي نيشنل ڪاليج ڪراچي مان تعليم حاصل ڪئي. سراج 1957ع ۾ سول سروسز آف پاڪستان جو امتحان پاس ڪري انڪم ٽيڪس کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪئي. کيس 1969ع ۾ فوجي حڪمران جنرل يحيىٰ خان جي دور ۾ ملازمت تان جبري برطرف ڪيو ويو. سرڪاري ملازمت تان فارغ ٿيڻ بعد پاڻ انڪم ٽيڪس جي وڪيل طور ڪم ڪرڻ لڳو. ان سان گڏ پاڻ روزاني هلال پاڪستان ۾ ايڊيٽر طور بہ خدمتون سرانجام ڏنيون. هن سنڌي صحافت ۾ جديد ۽ صحتمند لاڙا متعارف ڪرايا. هن ڪيترائي ناول ۽ ڪهاڻيون بہ لکيون. کيس ادبي خدمتن جي مڃتا طور 2011ع ۾ پاڪستان سرڪار طرفان "ستارهءِ امتياز" ايوارڊ سان نوازيو ويو.

سراج ميمڻ کي سنڌي ٻولي جي تاريخ ۽ قديم لکت ۾ بہ خاص دلچسپي هوندي هئي. پاڻ سنڌو سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت تي 1964ع ۾ "سنڌي ٻولي" نالي تحقيقي ڪتاب لکي پڌرو ڪيو. هن پنهنجي ان ڪتاب ۾ سنڌو سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت کي سنڌ جي اصلوڪي ٻولي قرار ڏنو ۽ ان کان اڳ عالمن جي قائم ڪيل ان نظرئي کي رد ڪري ڇڏيو تہ سنڌو ماٿري جي وارثن جي ٻولي هتان جي مقامي اصلوڪي ٻولي نہ پر دراوڙي يا سامي صفت رکندڙ ٻولي هئي. سراج پنهنجي هن

ڪتاب ذريعي اڳ قائم ڪيل ان نظرئي کي بہ رد ڪيو تہ سنڌو سڀيتا جا وارث دراوڙ نسل جا هئا ۽ آرين سنڌو ماٿري تي حملو ڪري کين هتان تڙي ڪڍيو. سندس هن ڪتاب سان سنڌو سڀيتا جي لکت بابت نوان بحث ڇڙي پيا. سندس هي ڪتاب بعد ۾ سنڌي ٻولي اثارٽي طرفان 2009ع ۾ انگريزي ۾ بہ شايع ڪيو ويو. ڪتاب جو انگريزي ترجمو ڊاڪٽر امجد سراج ڪيو ۽ نظرثاني جون ذميواريون ڊاڪٽر فهميده حسين ادا ڪيون. سنڌ جي هن ناماياري محقق پنهنجي عمر جي آخري حصي ۾ انگريزي ٻولي ۾ "سنڌي ٻولي جي تاريخ" ڪتاب بہ لکيو.

سراج الحق ميمڻ سنڌ ۾ سنڌو لکت تي تحقيق ڪندڙ مقامي ماهرن ۾ وڏو نالو قرار ڏنو ويندو آهي. سندس تحقيق موجب موهن جي دڙي ۽ سنڌو ماٿري جي ٻين وسندين مان مليل لکتون سنڌي ٻوليءَ جون آهن. سنڌي ٻولي سنڌو ماٿريءَ جي اصلوڪي ٻولي آهي. اها ڪٿان ٻاهران نہ آئي هئي ۽ نہ وري ڪنهن ٻي ٻولي مان ڦٽي نڪتي هئي. هن پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي" ۾ اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ جيئن تہ سنڌو ماٿري جي سڀيتا تمام گهڻي قديم آهي، ان ڪري ان جي ٻولي بہ سڀني ٻولين کان قديم هوندي. جنهن مان پوءِ ٻيون ٻوليون ڦٽي نڪتيون هونديون. سراج ميمڻ پروٽو سنڌي کي پروٽو دراوڙي، پروٽو آريائي ۽ هن خطي جي ٻين قديم ٻولين جي ماءُ قرار ڏئي ٿو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- سنڌي ٻولي (تحقيق)، 1964ع
- ڏکڻ مان ٿو سج ايري، 1953ع
- اڻون ماڻهو (ڪهاڻيون)، 1985ع
- سنڌ جي اقتصادي تاريخ (ترجمو)، 1958ع
- چوند آمريڪي افسانا (ترجمو)، 1958ع
- اي درد هلي آ (ڪهاڻيون)، 1961ع
- پڙاڏو سوئي سڏ (ناول)، 1979ع
- منهنجي دنيا هيڪل وياڪل، 1988ع
- تنهنجي دنيا سپ رنگ سانول، 1989ع
- منهنجي دنيا مرگهہ ترشنا 1990ع

## اسٽيون ويبر

# Steven A. WEBER



سنڌو سڀيتا جي وارثن دنيا اندر پهريون ڀيرو زراعت جو بنياد وڌو، فصل پوکيا ۽ ان اپايو. سنڌ ماٿري جي سڀيتا جي وارثن جي زرعي زندگي بابت آمريڪي آرڪيالاجسٽ ۽ آرڪيوباٽنسٽ (Archaeobotonist) اسٽيون ويبر ان بابت تفصيلي تحقيق ڪئي آهي. هن ناردرن اريزونا يونيورسٽي مان انٿروپلاجي ۾ بي ايس ۽ ايم اي جون ڊگريون حاصل ڪيون. پاڻ 1989ع ۾ پينسلونيا يونيورسٽي مان آرڪيالاجي جي شعبي ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. اسٽيون ويبر واشنگٽن اسٽيٽ يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي ڊپارٽمينٽ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي. پاڻ 1982ع ۾ ايٿنوبائيولاجي سوسائٽي جو بنياد وجهندڙن ۾ شامل هو ۽ ايٿنوبائيولاجي بابت تحقيقي جنرل شايع ڪرڻ جي به هن شروعات ڪئي.

اسٽيون ويبر 1994ع کان پاڪستان، انڊيا ۽ ٿائيلينڊ سميت ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ قديم دور جي سڀيتائن ۾ زراعت بابت تحقيق ڪري رهيو آهي. هن سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي زرعي معيشت بابت هڪ پراجيڪٽ "زراعت ۽ سنڌو سڀيتا" تحت 2005ع ۾ ڪوجنا ڪئي. سندس تحقيق جو موضوع آڳاٽي دور جي ماڻهن طرفان فصل پوکڻ طرف لاڙو هو. هن ان ڳالهه تي تحقيق ڪئي ته آخر قديم دور جي ماڻهن کي فصل پوکڻ جي ضرورت ڇو پيش آئي ۽ هنن اوائل ۾ ڪهڙن ٻوٽن کي هٿراڌو طور اپائڻ طرف اڳڀرائي ڪئي. قديم دور جي ماڻهن قدرتي ماحوليات سان ڪيئن مهاڏو اٽڪايو. ويبر موجب ماحولياتي تبديلين يعني برساتن گهٽجي وڃڻ سبب زراعت کي ڪافي ڌڪ رسيو ۽ زراعت جو پوئتي پوڻ سنڌو سڀيتا جو زوال جو هڪ سبب هيو. پاڻ سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي دور ۾ زراعت بابت ڪيترن ئي ڪتابن ۽ تحقيقي مقالن جو مصنف آهي.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Weber SA and Belcher WR, Indus Ethnobiology (Lexington Books 2003)
- Weber SA, Plants and Harappan Subsistence (Westview Press 1991)
- Weber, Kashyap, and Mounce 2011. Archaeobotany at Farmana: New Insights Into Harappan Plant Use Strategies. In: Excavations at Farmana. V. Shinde, T. Osada and M. Kumar (eds). RIHN, Nakanish Printing: Kyoto, 808-823.
- Kashyap and Weber 2010. Harappan plant use revealed by starch grains from Farmana, India. Antiquity, 84.
- Weber, Kashyap and Harriman 2010. Does Size Matter: The Role and Significance of Cereal Grains in the Indus Civilization. Archaeological and Anthropological Sciences, 2, 35-43.
- Weber, Lehman, and Barela 2010. Ecological Continuity: An Explanation for Agricultural Diversity in the Indus Civilization and Beyon. Man and Environment, XXXV, 62-75.
- Weber, Lehman, Barela, Hawks and Harriman 2010. Rice or Millets: Early Farming Strategies in Central Thailand. Archaeological and Anthropological Sciences, 2(2), 79-88.
- Weber SA and Fuller DQ 2007. Millets and Their Role in Early Agriculture. Pragdhara.
- Fuller DQ and Weber SA 2005. Formation Processes and Paleoethnobotanical Interpretation in South Asia. Journal of Interdisciplinary Studies in History and Archaeology, 2, 93-115
- Pennington and Weber 2004. Paleoethnobotany: Modern Research Connecting Ancient Plants and

Ancient Peoples. Critical Reviews in Plant Sciences, 23:1, 13-20.

- Weber 2003. Archaeobotany at Harappa: Indications for Change. Indus Ethnobiology: New Perspectives from the Field. S. Weber and B. Belcher eds. Lexington Books, 175-198.
- Weber SA 1999. Seeds of urbanism: palaeoethnobotany and the Indus Civilization. Antiquity, 73, 813-826.
- Weber SA 1998. Out of Africa: The Initial Impact of Millets in South Asia. Current Anthropology, 39, 267-274.
- Weber SA 1996. Distinguishing Change in the Subsistence and the Material Records: The Interplay of Environment and Culture. Asian Perspectives, 35, 155-164.
- Weber SA 2005. An Overview of Paleoethnobotany of the Indus Civilization.

## استورٽ پگوٽ

# Stuart Ernest Piggott



برطانوي آرڪيالاجي جي ماهر استورٽ پگوٽ 28 مئي 1910ع ۾ پيٽرسفيلڊ شهر ۾ جنم ورتو ۽ 23 سيپٽمبر 1996ع ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. پاڻ چرچرس ڪاليج مان تعليم حاصل ڪئي. تعليم حاصل ڪرڻ بعد کيس 1927ع ۾ برطانيہ جي ريڊنگ ميوزم ۾ اسسٽنٽ طور پرتي ڪيو ويو. جتي هن آرڪيالاجي بابت ڪافي علم پرايو. هن هند ۽ سنڌ سميت ڪافي ملڪن ۽ خاص ڪري برطانيہ ۾ پٿر دور جي قديم ماڻن تي تحقيق ڪئي. هن 1928ع ۾ ويلز ۾ رائل ڪميشن آن دي اينشنٽ اينڊ هسٽاريڪل مونومينٽس ۾ ملازمت اختيار ڪئي. ان دوارن پگوٽ قديم آثارن ۽ تاريخ تي تحقيق جو ڪم شروع ڪيو ۽ پاڻ مشهور آرڪيالاجسٽ الگزينڊر ڪيلر سان گڏ ڪجهہ قديم ماڻن جي کوٽائي ۾ بہ بهرو ورتو. جيتوڻيڪ کيس آرڪيالاجي جي شعبي ۾ ڪابہ ڊگري ڪانہ هئي، پر پوءِ بہ کيس ان شعبي سان خاص دلچسپي رهي. پاڻ 1936ع ۾ سر مورٽيمر ويلر جي انسٽيٽيوٽ آف آرڪيالاجي مان ڊپلوما جي ڊگري حاصل ڪئي. ٻي عالمي جنگ دوران کيس انڊيا ۾ مقرر ڪيو ويو، جتي هن برصغير جي آرڪيالاجي تي ڄاڻ حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. ان ئي دلچسپي سبب هن برصغير جي قديم تاريخ ۽ آرڪيالاجي بابت ٻہ ڪتاب تحرير ڪيا. جيڪي 1946ع ۽ 1950ع ۾ شايع ٿيا. پاڻ قديم تاريخ ۽ آرڪيالاجي بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي ۾ بهرو پڻ ورتو. پاڻ 1960ع کان 1963ع تائين پري هسٽارڪ سوسائٽي جو صدر بہ رهيو. جڏهن تہ 1963ع کان 1967ع تائين اسڪاٽ لينڊ جي قديم نوادرات بابت سوسائٽي جو صدر بہ رهيو. پاڻ 1967ع کان 1970ع تائين برٽش آرڪيالاجي ڪائونسل جي صدارت بہ سنڀالي. پاڻ دل جي دوري پوڻ سبب 23 سيپٽمبر 1996ع ۾ وينٽيج برڪشائر ۾ لاڏاڻو ڪري ويو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Some Ancient Cities of India (1946)

- Prehistoric India (1950).
- Ancient Europe, Aldine Transaction; New edition 2007
- PIGGOTT , STUART , DANIEL , GLYNE, A PICTURE BOOK OF ANCIENT BRITISH ART, CAMBRIDGE UNIVERSITY PRESS, CAMBRIDGE , FIRST EDITION 1951
- Stuart Piggott, The Dawn of Civilization, Book Human Cultures in Early Times, 1967
- Stuart Piggott, The Earliest Wheeled Transport from the Atlantic Coast to the Caspian Sea, Aug 1983

# ايس پي گپتا

# S. P. Gupta

ڀارتي آرڪيالاجسٽ سوراج پرڪاش گپتا (ايس پي گپتا)سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ ماهر طور سڃاتو ويندو آهي. سندس جنم 1931ع ڌاري ٿيو ۽ پاڻ 2007ع ۾ وفات ڪري ويو. ننڍپڻ ۾ پاڻ هندو بنياد پرست تنظيم راشٽريا سيوامسيوڪ سنگھ جو ميمبر به رهيو. ڪيس قديم ڀارت جي آرٽ جي تاريخ تي اڻارٽي تصور ڪيو ويندو آهي. پاڻ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳ هڙاپا تي ٽيل ڪيترين ئي کوٽاين ۾ ڀرو ورتو. هن ڀارت جي تاريخ ۽ قديم آرٽ تي ڪيترائي مقالا ۽ ڪتاب لکيا آهن. گپتا انڊين آرڪيالاجيڪل سوسائٽي جو چيئرمين به رهيو. پاڻ ان ئي سوسائٽي جي بليٽن جي ڪيترن ئي شمارن جو ايڊيٽر به رهيو. جڏهن ته الھ آباد ميوزم جي ڊائريڪٽر طور به ذميواريون نڀايون. پاڻ زندگي جي آخري لمحن ۾ انڊيا جي تاريخ ۽ ثقافت تي تحقيق خاطر انڊين هسٽري اينڊ ڪلچرل سوسائٽي جي قيام لاءِ جاکوڙيندو رهيو.



گپتا قديم سنڌو سڀيتا کي دنيا اندر روشناس ڪرائڻ لاءِ 30 کن ملڪن ۾ ليڪچر به ڏنا. ڪيس آرڪيالاجي جي شعبي ۾ نمايان خدمتون سرانجام ڏيڻ تي ڪيترائي ايوارڊ ۽ گولڊ ميڊل به ڏنا ويا. انهن ايوارڊن ۾ سر مورٽيمر ويلر ايوارڊ به شامل آهي. ايوڌيا جي جامع مسجد جي قديم دور جي مندر هجڻ بابت تڪراري رپورٽ ڏيڻ تي سندس شخصيت به تڪراري بڻجي وئي. سندس شخصيت مٿان بنياد پرست هندو تنظيم راشٽريا سيوامسيوڪ سنگھ جو نظرياتي اثر موجود رهيو، جنهن ڪري سندس انڊيا جي قديم تهذيب بابت جوڙيل راءِ به مذهبي اثر هيٺ رهي ۽ پنهنجي غير جانبداري قائم رکي نه سگهيو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Tourism, Museums and Monuments (1975)
- The Roots of Indian Art (1980) (French edition: 1990)

- Cultural Tourism in India (S. P. Gupta and K. Lal), Indraprastha Museum of Art and Archaeology and D. K. Printworld, 2002.
- Elements of Indian Art: Including Temple Architecture, Iconography and Iconometry (S. P. Gupta and S. P. Asthana) New Delhi: Indraprastha Museum of Art and Archaeology, 2002.
- Temples in India (S. P. Gupta and V. Somasekh) New Delhi: Centre for Research and Training in History, Archaeology and Paleo-Environment, 2010.
- Disposal of the Dead and Physical Types in Ancient India (1971)
- Mahabharata, Myth and Reality - Differing Views (S. P. Gupta and K. S. Ramachandran, ed.) Delhi: Agam Prakashan, 1976.
- Archaeology of Soviet Central Asia and the Indian Borderlands (2 volumes) (1978)
- 'Frontiers of the Indus Civilization (B. B. Lal and S. P. Gupta, Eds.). New Delhi: Indian Archaeological Society, 1984.
- The lost Sarasvati and the Indus Civilization, Jodhpur: Kusumanjali Prakashan, 1984
- The Indus-Sarasvati Civilization, Delhi: Pratibha Prakashan (1996).
- Dimensions in Indian History and Archaeology (S. P. Gupta and K. S. Ramachandran, eds.) New Delhi: Indian History and lture Society, 1993.
- S. P. Gupta. The dawn of civilization, in G. C. Pande (ed.) History of Science, Philosophy and Culture in Indian Civilization ed., D. P.

Chattophadhyaya, vol I Part 1) (New Delhi: Centre for Studies in Civilizations, 1999)

## سيد حاڪم علي شاهه بخاري

# Syed Hakim Ali Shah Bukhari

سنڌ جو ناميارو آرڪيالاجسٽ سيد حاڪم علي شاهه بخاري سنڌ، بلوچستان ۽ خيبر پختون خواهه صوبن ۾ سنڌو سڀيتا سان لاڳاپيل ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي ۽ ڪيترن ئي ماڳن جو سروي به ڪرايو آهي. پاڻ 15 فيبروري 1938ع ۾ دادو لڳ ڳوٺ غلام چانڊيو ۾ پئدا ٿيو، 1950ع ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪري 1957ع ۾ ميٽرڪ ڪيائين. پاڻ سنڌ يونيورسٽي جي اسڪالرشپ تي 1968ع ۾ پشاور يونيورسٽي مان آرڪيالاجي ۾ پوسٽ گريجوئيٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. حاڪم علي شاهه 1969ع ۾ موهن جو دڙو ميوزم ۾ گيلري اسسٽنٽ مقرر ڪيو ويو. پاڻ قديم آثارن واري کاتي ۾ 29 سال ملازمت بعد 14 فيبروري 1998ع تي رٽائرمينٽ حاصل ڪئي. هن آرڪيالاجي کاتي طرفان 1967ع ۽ 1968ع ۾ خيبر پختون خواهه صوبي ۾ قديم ماڳ اندان جي کوٽائي ڪرائي. جڏهن ته بلوچستان جي قديم ماڳ پيرڪ جي به پيرا 1970ع ۽ 1974ع ۾ کوٽائي ڪرائي. سنڌ ۾ 1973ع ۾ سنڌو ماٿري جي قديم ماڳ جهڪر جي کوٽائي ڪرائي، پاڻ ساڳي ئي سال ۾ سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ هڪ مهيني تائين قديم ماڳن جي چوڪ ۽ چڪاس ڪئي. پاڻ هن وقت سنڌ آرڪائيوز کاتي طرفان آرڪيالاجي شعبي جي پروجيڪٽ ڊائريڪٽر طور ذميواريون نڀائي رهيو آهي.



## ڪتاب ۽ مقالا

- Khirthar (English) ENI Pakistan Islamabad as Co-author
- سنڌ جي قديم آثارن جي ڊڪشنري (سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، 2008- شريڪ ليکڪ)
- Kalhora Period Architecture
  Sindh Archives 2006 Author

## توشيڪي اوساڊا

# Toshiki OSADA



جپان جو آرڪيالاجي ماهر توشيڪياوساڊا سنڌو ماٿري تي تحقيق جي حوالي سان هڪ خاص سڃاڻپ رکي ٿو. سندس جنم 1954ع ۾ ٿيو. هن 1991ع ۾ جهارکنڊ انڊيا جي رانچي يونيورسٽي مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. سندس پي ايچ ڊي جي مقالي جو موضوع ڀارت جي جهارکنڊ ۾ منڊا ٻولي ۽ ثقافت بابت تحقيق هيو. اوساڊا توشيڪي 1992ع کان 2001ع تائين جاپان بابت انٽرنيشنل ريسرچ سينٽر ڪيوٽو جو ريسرچ ايسوسيئيٽ بہ رهيو. جنهن بعد 2001ع کان 2003ع تائين هن ڪيوٽو يونيورسٽي جي آرٽس ۽ ڊزائن شعبي ۾ پروفيسر طور ذميواريون ادا ڪيون. توشيڪي 1984ع ۾ ڀارت جي جهارکنڊ جي منڊا ثقافت ۽ ٻولي بابت تحقيق ڪئي.

اوساڊا ڪيوٽو يونيورسٽي جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيومنٽي اينڊ نيچر (RIHN) جو پروفيسر ۽ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ انڊس پراجيڪٽ جو سربراهہ بہ رهيو آهي. ڪيس 2006ع ۾ جپان جي ڪيوٽو يونيورسٽي طرفان سنڌو سڀيتا بابت انڊس پراجيڪٽ جو سربراهہ مقرر ڪيو ويو. ان پراجيڪٽ جو مقصد سنڌو ماٿري ۾ ماحولياتي تبديلين بابت تحقيق ڪرڻ هئي. انڊس پراجيڪٽ تحت سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي 5 سال تحقيق بعد 9 جلد ترتيب ڏئي شايع ڪيا ويا. سنڌو ماٿري تي ان قسم جي تفصيلي تحقيق فقط جپان جي ڪيوٽو يونيورسٽي جي انڊس پراجيڪٽ تحت ڪئي وئي. انڊس پراجيڪٽ کان

سواءِ بہ هن سنڌو ماٿريءَ جي سڀيتا تي کوجنا ڪئي. جنهن بابت سندس ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا شايع ٿيل آهن.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Toshiki Osada, Indus Civilization: Text and Context, Vol. 1 (2006)
- Toshiki Osada, Indus Civilization: Text and Context, Vol. 2 (2009)
- Toshiki Osada, Linguistics, Archaeology and Human Past in South Asia (2009) Manohar Publishers & Distributors, 2009
- Toshiki Osada (ed.) 2007 Occasional Paper 2: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto, Kita-ku, 187pp.
- Toshiki Osada, Akinori Uesugi (ed.) 2008 Occasional Paper 3: Linguistics, Archaeology and the Human Past. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto, Kita-ku, 178pp.
- Toshiki Osada 2007 Reciprocals in Mundari. Vladimir Nedjalkov (ed.) Reciprocal constructions. John Benjamin, Amsterdam/Philadelphia, pp.1575-1590.(reviewed).
- Kharakwal, J.S., Y.S. Rawat, Toshiki Osada 2007 Kanmer: A Harappan site in Kachchh, Gujarat, India.. Toshiki Osada (ed.) Occasional Paper 2: Linguistics, Archaeology and the Human Past.. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto, Kita-ku, pp.21-46.

- Toshiki Osada; Michael Witzel, Cultural relations between the Indus and the Iranian Plateau during the third millennium BCE : Indus Project, Research Institute for Humanities and Nature, June 7-8, 2008, Cambridge : Department of South Asian Studies, Harvard University ; Columbia.

## يوٽي فرانڪ ووگٽ

# Ute Franke-Vogt

جرمن آرڪيالاجسٽ يوٽي فرانڪ ووگٽ سنڌو سڀيتا جي اهم ماڳ موهن جو دڙو تي تحقيق ڪندڙ ماهرن ۾ شامل رهي آهي. پاڻ جرمني جي شهر ميونخ ۽ برلن ۾ آرڪيالاجي بابت تعليم حاصل ڪئي. سندس تحقيق جا مکيہ موضوع وچ اوڀر ايشيا ۽ ايران جي قديم تهذيب رهي آهي. پاڻ ايران ۽ عراق ۾ قديم ماڳن جي کوٽائي ڪرائي. هن ايم اي جي ڊگري ايران ۾ تخت سليمان اسلامي دور تي تحقيق ڪري حاصل ڪئي. جڏهن تہ سندس ڊاڪٽريٽ جي ڊگري جو موضوع موهن جو دڙو تان مليل باقيات تي تحقيق هيو.



ووگٽ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪرڻ لاءِ نہ فقط موهن جو دڙو جي باقيات تي پي ايچ ڊي ڪئي پر پاڻ موهن جو دڙو تي جرمن ريسرچ پراجيڪٽ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ 1981ع ۾ پاڪستان پهتي. هن هتي جرمني جي آچين يونيورسٽي جي ماهرن سان گڏ موهن جو دڙو پراجيڪٽ تي 1987ع تائين ڪوجنا ڪئي. يوٽي فرانڪ ووگٽ جيئن تہ وچ اوڀر ايشيا جي آرڪيالاجي تي تحقيق ڪري رهي هئي، ان ئي سلسلي ۾ هن سنڌو سڀيتا ۽ ميسوپوٽيما جي تهذيب وچ ۾ واپاري لاڳاپن تي بہ ڪوجنا ڪئي. پاڻ سنڌو سڀيتا تي ٿيل تحقيق کي مختلف ڪتابن ۽ مقالن جي شڪل ۾ شايع ڪرايو.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Ute Franke-Vogt,The Archaeology of Southeastern Balochistan
- Excavations at Sohr Damb/Nal 2001-04, Baluchistan/Pakistan, 2003
- Tracking the Prehistory of Baluchistan, Las Bela, 2008
- Between Euphrates and Indus: The Arabian Peninsula from 3500–1700 BC, 2011
- The Southern Indus Valley during the later 2nd and 1st millennia B.C.: The Dark Age. 2001
- Ute Franke and Asma Ibrahim, A new perspective of an old site: Reopening excavations at Sohr Damb/Nal (Balochistan), 2005
- Ute Franke, Implications of Radiocarbon Dates from Sohr Damb/Nal, Balochistan, 2007
- Ute Franke-Vogt; European Association of South Asian Archaeologists, South Asian archaeology 2003: proceedings of the seventeenth international conference of the European Association of South Asian Archaeologists (7 - 11 July 2003, Bonn), Aachen LINDEN SOFT 2005
- Ute Franke-Vogt, Die Glyptik aus Mohenjo-Daro: Uniformitat und Variabilitat in der Induskultur : Untersuchungen zur Typologie, Ikonographie und raumlichen Verteilung (Baghdader Forschungen) (German Edition) (German), 1991

## وي ايچ سوناواني

# V. H. Sonawane

قديم آثارن جو ماهر ڊاڪٽر وشواسرائو ايچ سوناواني، مهاراجا سائياجيرائو (ايم ايس) يونيورسٽي بروڊا سان لاڳاپيل آهي. پاڻ ان ئي يونيورسٽي مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. بعد ۾ ان ئي اداري ۾ آرڪيالاجي ۽ قديم تاريخ ۽ ثقافت جي شعبي ۾ پروفيسر مقرر ڪيو ويو. پاڻ گذريل 36 سالن کان قديم تاريخ، آرڪيالاجي ۽ ثقافت تي تحقيق ڪري رهيو آهي. سوناواني 15 کان وڌيڪ ملڪي ۽ بين الاقوامي سوسائٽين ۽ ايسوسيئيشنن جو ميمبر ۽ عهديدار به آهي. جن ۾ سوسائٽي آف سائوٿ ايشين آرڪيالاجي جو نائب صدر، راڪ آرٽ سوسائٽي انڊيا جو ميمبر، ميرائن آرڪيالاجيڪل سينٽر جو ميمبر آهي. هن گجرات ۾ سنڌو سڀيتا جي شهري تمدن سان لاڳاپيل ماڻڪن سميت پٿر تي به تحقيق ڪئي آهي ۽ ڪيترن ئي ماڻڪن جي ڪوٺائي ۾ به ڀرپور ورتو آهي. سنڌس پٿر دور جي ماڻڪن تي تحقيق ڪي قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويندو آهي. پروفيسر سوناواني سنڌو سڀيتا بابت 100 کان وڌيڪ ملڪي ۽ عالمي ڪانفرنسن ۾ به شرڪت ڪري چڪو آهي.



## ڪتاب ۽ مقالا

- V. H. Sonawane, Chandravati: A Report on Explorations Conducted in March 1978. The M. S. University Archaeological Series No. 16, Baroda-1980. (with R. N. Mehta, R. C. Agrawal and V. S. Parekh).
- V. H. Sonawane, Excavation at Nageswar, Gujarat, A Harappan Shell working site on the Gulf of

Kutch. The M. S. University Archaeological series, No. 18. Baroda - 1990 (with K.T.M. Hegde, K.K. Bhan, K. Krishnan and D.R. Shah).

- V. H. Sonawane, Kuntasi - A Harappan Emporium on West Coast, by M.K. Dhavalikar, M.H. Rawal and Y.M. Chitalwala, Deccan College, Pune, 1996, Published in Man and Environment, Vol. 21 (2) 1996, pp.91-92.
- V. H. Sonawane, Historical Archaeology of India, by M.K. Dhavalikar, Books and Books, New Delhi, 1999, Published in Man and Environment, Vol. 26 (1), 2001, pp. 128-129.
- V. H. Sonawane, Bronze and Iron Ages in South Asia- by D.P. Agrawal and J.S. Kharakwal. Published in Man and Environment. Vol-29 (I), 2004. Pp. 111-113.
- V. H. Sonawane, Explorations in the Daskroi Taluka, District Ahmedabad. Journal of the M.S. University of Baroda (Humanities), Vol. XIX (1), 1970, pp. 7-14 (with R.N. Mehta).
- V. H. Sonawane, Explorations in the Panchmahals District, Journal of the M.S. University of Baroda (Humanities), Vol. XX-XXI (1), 1971, pp. 53-56.
- V. H. Sonawane, Mandavi Step-well Inscription at Champaner - Samvat 1554, Shaka 1419, Journal of the Oriental Institute, Baroda, Vol. XXI, No. 3, March 1972. pp. 224-227.
- V. H. Sonawane, Tarsang an Important Archaeological Site, Journal of the M.S. University of Baroda (Humanities), Vol. XXIII (1), 1973-74, pp. 57-60.
- V. H. Sonawane, Jain Sculptures from Panchmahals, Journal of the M.S. University of Baroda (Humanities), Vol. XXIV (1), 1975, pp. 37-40.

- V. H. Sonawane, Explorations in the Panchmahals District, in Archaeological Congress and Seminar: 1972, Ed. U.V. Singh, Kurukshetra, 1979, pp. 110-112.
- V. H. Sonawane, Prehistoric Remains from Nathkuva Taluka Halol, District Panchmahals, Archaeological Studies, Mysore, Vol. III, 1978, pp. 91-94 (with R.N. Mehta).
- V. H. Sonawane, Matruka Sculptures from Mataria and Ardhanarishwara from Tarsang, (Panchmahals), Journal of the Indian Society of Oriental Art, New series, Calcutta. Vol. IX, 1977-78, pp. 42-49. (Dr. Moti Chandra Com. Vol. Part II).
- V. H. Sonawane, Archaeology of Panchmahals, Journal of the M.S. University of Baroda (Humanities), Vol. XXVII-XXVIII (1), 1978-79, pp. 115-121.
- V. H. Sonawane, Rotary Quern Mining Industry at Kakachia, Dist. Panchmahals, Gujarat, Puratattva, Vol. 1, 1979-80, pp. 149-50.
- V. H. Sonawane, A Prehistoric Engraving, Man and Environment, Vol. V, 1981, p. 91 (with R.N. Mehta).
- V. H. Sonawane, Some More Sculptures from Kaleshvari, Prachya Pratibha, Vol. IX-X, Bhopal, 1981-82, pp. 55-62.
- V. H. Sonawane, Rock Paintings at Tarsang, Gujarat, Journal of the Oriental Institute, Vol. XXXI (3), Baroda, 1982, pp. 293-299.
- V. H. Sonawane, Tarsang  A First Excavated Mesolithic Rock-Shelter of Gujarat, in Indian Archaeology  New Perspective, Ed. R.K. Sharma, 1982, pp. 59-64, Delhi: Agam Kala Prakashan.
- V. H. Sonawane, The Microlithic Industry of Tarsang, Gujarat, Man and Environment, Vol. VII, 1983, pp.31-38.

- V. H. Sonawane, Prehistoric Cultures of the Panchmahals, Gujarat, Man and Environment, Vol. VII, 1984, pp. 20-30.
- V. H. Sonawane, Excavation of Zinc Distillation Furnaces at Zawar, Abstracts 1984, Symposium on Archaeometry, Smithsonian Institute, Washington D.C., 1984 (with K.T.M. Hegde and P.T. Craddock).
- V. H. Sonawane, An Important Evidence to Date Rock-Paintings of Mesolithic Period, in Rock-Art of India, Ed. K.K. Chakravarty, 1984, pp. 61-63, New Delhi: Arnold-Heinemann.
- V. H. Sonawane, Excavation at Nageswar-1984 - A Preliminary Report, Journal of the M.S. University of Baroda, (Humanities), Vol. XXXIII-XXXIV, 1984-85, pp. 3-20 (with K.T.M. Hegde & K.K. Bhan).
- V. H. Sonawane, Vagad - A Rural Harappan Settlement in Gujarat, Man and Environment, Vol. IX, 1985, pp. 38-44 (with R.N. Mehta)
- V. H. Sonawane, Early Zinc Production in India, Mining Magazine, London, January 1985, pp. 45-52. (with P.T. Craddock, K.T.M. Hegde and others).
- V. H. Sonawane, Two Rare Sculptures of Gajendramoksa from Gujarat, Journal of the Oriental Institute, Baroda, Vol. XXXV, Nos. 1-2, 1985, pp.127-130.
- V. H. Sonawane, Landscape and Settlement Pattern of Harappa Culture Villages in the Rupen Estuary, Man and Environment, Vol. X, 1986, pp.23-31. (with K.T.M. Hegde).

## وريندرا ناٿ مسرا

# V. N. Misra

پارتي آرڪيالاجسٽ ورينڊرا ناٿ مسرا (وي اين مسرا) سنڌو سڀيتا تي



تحقيق ڪندڙ آرڪيالاجسٽن جي سٽ جو ساٿي رهيو آهي. پاڻ اتر پرديش جي ضلعي فرخ آباد جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڪانبولي ۾ 9 جنوري 1935ع تي جنم ورتو ۽ 31 آڪٽوبر 2015ع ۾ وفات ڪري ويو. پاڻ لکنو يونيورسٽي مان تعليم حاصل ڪرڻ بعد دکن ڪاليج ۾ ملازمت حاصل ڪئي، بعد ۾ آرڪيالاجي جي شعبي ۾ پوني يونيورسٽي مان گريجوئيشن جي ڊگري ورتي. پاڻ قديم تاريخ ۽ ايٿنو آرڪيالاجي ۾ ماهر تصور ڪيو ويندو هو. هن راجستان، مڌيا پرديش ۽ مهاراشٽرا ۾ سنڌو سڀيتا جي قديم ماڳن تي تحقيق ڪئي ۽ ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي به ڪرائي.

## ڪتاب ۽ مقالا


- V. N. Misra and M. S. Mate (eds.). Indian Prehistory: 1964. Pune: Deccan College.1965.
- V. N. Misra. Pre and Proto-history of the Berach Basin, South Rajasthan. Poona : Deccan College.1965.

- J. R. Lukacs, V. N. Misra, and K. A. R. Kennedy. Bagor and Tilwara: Late Mesolithic Cultures of Northwest India. Vol. I: The Human Skeletal Remains. Poona: Deccan College.1967.
- V. N. Misra, Y. Mathpal and M. Nagar. Prehistoric Man and his Art at Bhimbetka, Central India. Poona.1978.
- V. N. Misra and Peter Bellwood (eds.). Recent Advances in Indo-Pacific Prehistory. Delhi: Oxford-IBH.1985.
- V. N. Misra (ed.) Indus Civilization, a special Number of the Eastern Anthropologist. Lucknow: Ethnographic & Folk Culture Society.1992.
- V. N. Misra and A. K. Kanungo (eds). Dr. Swarajya Prakash Gupta: An Academic and Human Profile. Indian Society for Prehistoric and Quaternary Studies.2009.

## وسنت شيورام شاندي

# Vasant Shivram Shinde

ڀارت ۾ سنڌو سڀيتا تي تحقيق ڪندڙ ڊاڪٽر وسنت شيورام شاندي جو جنم 15 جون 1956ع تي ٿيو. پاڻ آڪٽوبر 2013ع کان دکن ڪاليج پوسٽ گريجوئيٽ ۽ ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو وائيس چانسيلر ۽ اپريل 2003ع کان آرڪيالاجي شعبي جو پروفيسر آهي. شاندي پونا يونيورسٽي مان تاريخ ۾ بي اي آنرس ڪرڻ بعد ساڳي يونيورسٽي مان انڊيا جي آرڪيالاجي، قديم تاريخ ۽ ثقافت تي ماسٽرس جي ڊگري حاصل ڪئي. جنهن بعد هن ساڳي يونيورسٽي مان آرڪيالاجي تي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ گجراتي، ميراٺي، هندي ۽ انگريزي ٻوليون ڄاڻندو آهي. وسنت شاندي آڪٽوبر 2000ع کان اپريل 2001ع تائين انٽرنيشنل ريسرچ سينٽر ڪيوٽو جاپان جو ٻه وزيٽنگ پروفيسر رهيو. جڏهن ته جاپان جي ريسرچ انسٽيٽيوٽ فار هيومنٽي اينڊ نيچر ۾ ٻه وزيٽنگ پروفيسر طور ذميواريون نڀايون. پاڻ گذريل 36 سالن کان آرڪيالاجي جي شعبي ۾ تحقيق سان سلهاڙيل آهي. ڪيس ڏکڻ ايشيا جي قديم تاريخ ۽ فيلڊ آرڪيالاجي تي مهارت حاصل آهي.



شاندي سنڌو سڀيتا جي ڪيترن ئي ماڳن ڪي دريافت ڪيو ۽ انهن جي کوٽائي ۾ ٻه ڀرو ورتو آهي، جن ۾ راجستان، ڪڇ، گجرات، دکن ۽ مهاراشٽريا جا قديم ماڳ شامل آهن. سنڌو سڀيتا تي تحقيق جي سلسلي ۾ گهاگهر سرسوتي ندي جي ڪنارن تي قديم ماڳن جي دريافت ۽ کوٽائي سندس اهم ڪاميابين ۾ شامل آهي. وسنت شاندي ڪيترن ئي ملڪي ۽ بين الاقوامي ادارن ۽ سوسائٽين جو ٻه ميمبر آهي. پاڻ انڊين سائنس ڪانگريس، ورلڊ آرڪيالاجيڪل ڪانگريس جو ميمبر ۽ سوسائٽي آف سائوٿ ايشين آرڪيالاجي ۽ انڊين آرڪيالاجيڪل سوسائٽي جو ٻه تاحيات ميمبر آهي.

## ڪتاب ۽ مقالا

- Excavations at Kaothe. (with M.K. Dhavalikar and S. Atre) Deccan College Research Institute, Pune. 1990
- Early Farming Community in the Central Tapi Basin (Study of Settlement and Subsistence Patterns), Munshiram Manoharlal Publishers, New Delhi. 1998.
- A Report on the Excavations at Farmana (2007-08): A Harappan site in the Ghaggar Basin. Research Institute for Humanity and Nature, Kyoto, Japan. 2008.
- Harappan Necropolis at Farmana in the Ghaggar Basin, New Delhi: Indian Archaeological Society. 2009-2010.
- Heritage sites in Gujarat: A Gazetteer, (with Shweta Sinha Deshpande and Sanjay Deshpande) Aryan International Books, New Delhi. 2011.
- Excavations at Farmana, District Rohtak, Haryana, India 2006-2008. Kyoto: Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Japan. 2011.
- Excavations at Girawad, District Rohtak, Haryana, India 2006. Kyoto: Indus Project, Research Institute for Humanity and Nature, Japan. 2011.
- Excavations at Gilund: The Artifacts and Other Studies. University of Pennsylvania Museum of Archaeology and Anthropology, Philadelphia, USA. 2014.
- Chalcolithic South Asia: Aspects of Crafts and Technologies, Infinity Foundation, USA.

Monograph:

- Chalcolithic Mewar and its interaction with the Harappans", Professor R. P. Vyas Memorial Lecture Series-II organized by Mahila P. G. Mahavidhyalaya, Kamala Nehru, Soorsagar Road, Jodhapur-342009 on 25th July 2015.

-

## وينا مشرف ترپاٺي

# Veena Mushrif Tripathy

وينا مشرف ترپاٺي دکن ڪاليج پوني جي آرڪيالاجي شعبي جي اسسٽنٽ پروفيسر آهي. پاڻ 12 جولاءِ 1975ع تي جنم ورتو. هن تاريخ جي مضمون ۾ بي اي ڪرڻ بعد انڊيا جي قديم تاريخ، ثقافت ۽ آرڪيالاجي ۾ ايم اي ڪئي. جنهن بعد ساڳي شعبي ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي 16 سالن کان تحقيق ڪري رهي آهي. قديم تهذيبن جي کوٽائين مان هٿ آيل انساني ڍانچن جي نسلي جائزي ۽ منجهن موجود بيمارين بابت تحقيق سندس خاص شعبو آهي. پاڻ 2011ع ۾ پارت جي هرياڻه رياست جي قديم ماڳ فرمانا جي بائيو اينٿروپلاجيڪل پراجيڪٽ تي بہ شريڪ محقق طور ڪم ڪيو. ان کان اڳ 2010ع ۾ ڪالي بنگن ۽ هڙاپا جي قديم ماڳن تان مليل انساني ڍانچن تي بہ تحقيق ڪئي، ان تحقيق جو مقصد سنڌو سڀيتا جي دور ۾ ان وقت جي ماڻهن جو نسلي جائزو ۽ منجهن موجود بيمارين جو سائنسي بنياد تي پتو لڳائڻ هو. وينا مشرف ترپاٺي هرياڻه، گجرات ۽ پاڪستان ۾ سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي قديم ماڳن تي تحقيق ڪري آهي. پاڻ ڪيترن ئي تحقيقي ڪتابن ۽ مقالن جي مصنف آهي.



ڪتاب ۽ مقالا

- Shantanu Ozarkar and Veena Mushrif-Tripathy, Population affinities of Parsis in the Indian subcontinent, Wiley Online Library, Jan 1, 2011.
- Veena Mushrif-Tripathy, Human Skeletal Studies in India: A Review, SpringerBriefs in Archaeology, 2014.
- Erik R Otárola-Castillo, Benjamin Valentine, George Kamenov, and Veena Mushrif-Tripathy, Evidence for Patterns of Selective Urban Migration in the Greater Indus Valley (2600-1900 BC): A Lead and Strontium Isotope Mortuary Analysis, PLOS ONE, 2015.
- Veena Mushrif-Tripathy, Osteological Study of a Human Skeleton Excavated from Vaharvo Timbo, District Patan, Gujarat.
- Veena Mushrif-Tripathy and Roopashree Talanki, A Study on Human Skeletal Remains from Porunthal, Tamil Nadu.
- Veena Mushrif-Tripathy, Harappan Interments at Rakhigarhi, Haryana.
- Veena Mushrif-Tripathy, LIVING WITH FLOODS Archaeology of a Settlement in the Lower Ganga Plains, c.600-1800 CE.
- Veena Mushrif-Tripathy, Maxillary Sinusitis from India: A Bio-cultural Approach.
- Veena Mushrif-Tripathy and Subhash Walimbe, A Companion to South Asia in the Past.
- Gwen Robbins Schug, Veena Mushrif-Tripathy, Dr. A.R. Sankhyan, and Kelsey Gray, A Peaceful Realm? Trauma and social differentiation at Harappa.

- Veena Mushrif-Tripathy and Sutapa Lahiri, Where are they now? Human Skeletal Remains in India.

## والٽر فيئرسروس

# Walter Ashlin Fairservis



ڊاڪٽر والٽر ايشلين فيئرسروس کي قديم دور جي تهذيبن جي اوسر ۽ زوال بابت اثارتي تصور ڪيو ويندو آهي. سندس جنم 1921ع ۾ آمريڪا جي شهر بروڪلن ۾ ٿيو ۽ پاڻ 12 جولاءِ 1994ع تي 74 سالن جي ڄمار ۾ شيرون ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. پاڻ ڪولمبيا يونيورسٽي مان اينٿروپلاجي ۾ بي اي ۽ ايم اي جون ڊگريون حاصل ڪيون ۽ هارورڊ يونيورسٽي مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ تعليم حاصل ڪرڻ بعد شروع ۾ 1941ع تائين آمريڪن ميوزم آف نيچرل هسٽري سان لاڳاپيل رهيو. بعد ۾ ڪيس پهريون ڀيرو 1949ع ۾ آمريڪا جي آرڪيالاجيڪل مشن هيٺ افغانستان موڪليو ويو. پاڻ 1960ع ۾ پاڪستان ۾ آيو ۽ هتي سنڌو ماٿري جي سڀيتا سميت ڪيترن ئي آرڪيالاجي جي پروجيڪٽن سان لاڳاپيل رهيو. سنڌو سڀيتا جي لکت کي پڙهڻ جي به ڪوشش ڪئي ۽ ان موضوع تي جامع ڪتاب تحرير ڪيو.

فيئرسروس ڪيترن ئي ادارن سانلاڳاپيل رهيو. جن ۾ هارورڊ يونيورسٽي جو پيباڊي ميوزم، پينسلوينيا يونيورسٽي جو ميوزم ۽ ٿامس برڪي ميمورل واشنگٽن اسٽيٽ ميوزم شامل آهن. 1969ع ۾ پاڻ واسر ڪاليج جي اينٿروپلاجي ڊپارٽمينٽ جو سربراهه مقرر ڪيو ويو. جتي پاڻ 1969ع کان 1993ع تائين فرض سرانجام ڏيندو رهيو. پاڻ ساڳي ڪاليج ۾ ايشيا بابت اڀياس جو مرڪز قائم ڪري پاڻ ان جي دائريڪٽر طور ذميواريون نڀايون. هن سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي ماڳ الهه ڏنو سميت ڪيترن ئي قديم ماڳن جي کوٽائي به ڪرائي. بلوچستان ۾ به سنڌو سڀيتا جي ماڳن تي کوجنا ڪئي. سنڌو سڀيتا تي سندس ڪتابن ڪافي مقبوليت ماڻي

۽ نہ صرف بحث جو موضوع بڻيل رهيا، پر سنڌو سڀيتا تي بعد ۾ کوجنا ڪندڙن لاءِ مددگار ثابت ٿيا.

## ڪتاب ۽ مقالا

- The Roots of Ancient India (1969).
- The Ancient Kingdoms of the Nile and the Doomed Monuments of Nubia (1962).
- Cave Paintings of the Great Hunters (1959).
- The Harrapan Civilization and Its Writing: A Model for the Decipherment of the Indus Script(1992).
- The Archaeology of the Southern Gobi -- Mongolia (1993)
- Excavations at the Harappan site of Allahdino: the seals and other inscribed material (1976).
- South Asian Archaeology Studies (1993).

## وليم بيلچر

# William Belcher

آمريڪي آرڪيالاجسٽ وليم بيچلر پنهنجي شاگردي واري دور ۾ ئي قديم آثارن جي علم ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. پاڻ پهريون گريجوئيٽ شاگرد هيو، جيڪو هڙاپا آرڪيالاجيڪل پراجيڪٽ جو حصو بڻيو. بيچلر ويسٽرن واشنگٽن يونيورسٽي مان اينٿروپلاجي ۾ بي اي ۽ ايم اي جي ڊگري ورتي. جڏهن ته ايم ايس جي ڊگري ميرائين يونيورسٽي مان حاصل ڪئي. هن پي ايچ ڊي جي ڊگري وسڪونسن ميڊسن يونيورسٽي مان ڊاڪٽر جي ايم ڪينوائر جي رهبري هيٺ حاصل ڪئي. پاڻ هن وقت اولهه اوهيو جي هوائي يونيورسٽي ۾ آرڪيالاجي جو اسسٽنٽ پروفيسر آهي. هن سنڌو ماٿري جي سڀيتا تي ڪافي تحقيق ڪئي آهي. سندس تحقيق جو موضوع سنڌو سڀيتا جي معيشت ۽ واپار رهيو آهي. سندس سنڌو سڀيتا تي هينيان تحقيقي ڪتاب ۽ مقالا لکيل آهن.



## ڪتاب ۽ مقالا

- Belcher, W.R. The Ethnoarchaeology of a Baluch Fishing Village. In Archaeology of Seafaring: The Indian Ocean in the Ancient Period, edited by Himanshu Prabha Ray, Indian Council of Historical Research and Pragati Publications, Delhi, India. 1999
- Belcher, W.R. 1998. University of Wisconsin-Madison: USA, Ph.D. in Anthropology. Ph.D. Dissertation: Fish Exploitation of the Baluchistan

and Indus Valley Traditions: an Ethnoarchaeological Approach to the Study of Fish Remains.

- Belcher, W.R. 1997. Marine and riverine resource use during the Indus Valley Tradition: a preliminary comparison of fish remains from Balakot and Harappa. In South Asian Archaeology 1995, edited by B. Allchin and F.R. Allchin. Oxford and IBH Publishers, Pvt. Ltd. New Delhi, India.
- Belcher, W.R. 1994. Riverine fisheries and habitat exploitation of the Indus Valley Tradition: an example from Harappa, Pakistan. In: A. Parpola and P. Koskikallio (eds.), South Asian Archaeology 1993. Annales Academiae Scientiarum Fennicae, Series B, Vol. 271. Suomalainen Tiedeakatemia, Helsinki, Finland
- Belcher, W.R. 1994. Multiple approaches to the reconstruction of fishing technology: net-making and the Indus Valley Tradition. In From Sumer to Melluha: Contributions to the Archaeology of West and South Asia in Memory of George F. Dales, edited J.M. Kenoyer, pp.129-140. Wisconsin Archaeological Reports 3. Madison, Wisconsin, USA.
- Belcher, W.R. 1994. Butchery practices and the ethnoarchaeology of South Asian fisherfolk. Fish Exploitation in the Past, edited by W. Van Neer, pp. 169-176. Annales du Musee Royal de l'Afrique Centrale, Sciences Zoologiques No. 274. Tervuren, Belgium.
- Belcher, W.R. 1993. Riverine and marine fish resource utilization of the Indus Valley Tradition. Journal of the Pakistan Archaeologists Forum 2:1&2:241-279. Karachi, Pakistan.

- Belcher, W.R. 1991. Fish resources in an early urban context at Harappa. In Harappa Excavations 1986-1990: a Multidisciplinary Approach to Third Millennium Urbanism, edited by R. Meadow, pp. 107-120. Prehistory Press, Madison, Wisconsin, USA.


## ياما ڊڪشت

# Yama Dixit

ڀارتي آرڪيالاجي جي ماهر ياما ڊڪشت سنڌو سڀيتا جي پوئتي پوڻ جا ڪارڻ معلوم ڪرڻ لاءِ ڪافي تحقيق ڪئي ۽ ان نتيجي تي پهتي تہ موسمي تبديليون هن تهذيب جي پوئتي پوڻ يا ڊرڪڻ جو اهم سبب هيون. ياما ڊڪشت سينٽ جان ڪاليج مان پڙهائي ڪرڻ بعد دهلي يونيورسٽي مان ڪيمسٽري ۾ گريجوئيشن ڪئي. جنهن بعد 2009ع ۾ جواهر لال يونيورسٽي مان ماحوليات جي شعبي ۾ ايم اي جي ڊگري حاصل ڪئي. ياما سنڌو سڀيتا جي پوئتي پوڻ جا ڪارڻ معلوم ڪرڻ جي موضوع تي ڪيمبرج يونيورسٽي مان 2012ع ۾ پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. پاڻ پروفيسر ڊيوڊ هوڊيل جي سربراهي هيٺ پنهنجي ٿيسز مڪمل ڪئي. ارٿ سائنس، قديم دور ۾ ماحولياتي تبديليون، جيو ڪيمسٽري ۽ سامونڊي آرڪيالاجي سندس تحقيق جا اهم موضوع آهن. پاڻ آمريڪن جيو فزيڪل يونين، انٽرنيشنل ايسوسيئيشن آف سيڊيمينٽولاجسٽ ۽ ڀارت ۾ ڪيمبرج فرينڊس ٽرسٽ جي ميمبر آهي. هن پروفيسر ڊيوڊ هوڊيل، ڪيمرون پيٽرياءِ ۽ راجيو سنها سان بہ گڏ ڪيترائي مقالا ۽ ڪتاب تحرير ڪيا آهن.



کتاب ء مقالا

- Y Dixit, Holocene monsoon variability inferred from paleolake sediments in Northwestern India, University of Cambridge, 2013
- Yama Dixit, David A Hodell, Cameron A Petrie, Abrupt weakening of the summer monsoon in northwest India~ 4100 yr ago, Journal: Geology, Geological Society of America, Volume:42, Issue: 4, 2014
- Yama Dixit, David A Hodell, Rajiv Sinha, Cameron A Petrie, Abrupt weakening of the Indian summer monsoon at 8.2 kyr BP, Journal: Earth and Planetary Science Letters, Volume: 391, Elsevier, 2014
- Y Dixit, DA Hodell, R Sinha, CA Petrie, Oxygen isotope analysis of multiple, single ostracod valves as a proxy for combined variability in seasonal temperature and lake water oxygen isotopes, Journal of Paleolimnology 53 (1), 35-45, 2015
- DA Hodell, Y Dixit, CA Petrie, Abrupt climate change and the decline of Indus urbanism, AGU Fall Meeting Abstracts 1, 03, 2012
- Y Dixit, DA Hodell, CA Petrie, Holocene monsoon variability inferred from palaeolake sediments in NW India. EGU General Assembly Conference Abstracts 14, 927, 2012
- Y Dixit, DA Hodell, C Petrie, A Holocene climate record from palaeolakes in NW India, AGU Fall Meeting Abstracts 1, 1748, 2011
- Y Dixit, Stable isotope geochemistry from Palaeo-lake Riwasa for Holocene Palaeoclimate history of

NW India, Congrès des doctorants Abstracts, 1, 2011

- Y Dixit, AD Hodell, A Climate Record from Riwasa Lake, Haryana, India; The Results of Carbon and Oxygen Stable Isotope Analysis, European Association for South Asian Archaeology and Art (EASAA) Conference ,2010

## يوري ڪنوروزوف

# Yuri Valentinovich Knorozov

سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت تي روسي ماهرن به ڪافي تحقيق ڪئي آهي. انهن ماهرن ۾ يوري ڪنوروزوف جو نالو پڻ سر فهرست آهي. روسي ماهر يوري ڪنوروزوف 19 نومبر 1922ع تي يوڪرين جي شهر ڪارڪف لڳ هڪ ڳوٺ ۾ جنم ورتو ۽ 31 مارچ 1999ع تي سينٽ پيٽرسبرگ ۾ وفات ڪري ويو. پاڻ 1940ع ۾ ماسڪو ۾ رهائش اختيار ڪئي ۽ ماسڪو جي اسٽيٽ يونيورسٽي جي ايٿونالاجي ڊپارٽمينٽ مان تعليم حاصل ڪئي. بعد ۾ هن مصر ۽ عراق جي تهذيبن تي مهارت حاصل ڪئي. هن روسي ماهر قديم عراق جي تهذيب ميسوپوٽيما جي مايا لکت کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. ڪنوروزوف سنڌو لکت تي تحقيق دوران تامل ماهرن جي ويجهڙائپ سبب سندن اثر قبول ڪندي، سنڌو لکت کي دراوڙي قرار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هن ڪافي وقت اڳ سنڌو لکت کي سمجهڻ decipherment جي دعويٰ ڪئي، پر سنڌو لکت تي تحقيق ڪندڙ دنيا جي ٻين ماهرن سندس دعويٰ کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ سندس سنڌو لکت کي سمجهڻ ۽ پڙهڻ واري دعويٰ کي به مشڪوڪ قرار ڏئي ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته ڪنوروزوف اهڙا کي به نتيجا ڏئي نه سگهيو، جنهن سان اهو ثابت ٿئي ته هن واقعي سنڌو لکت کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي.



هن روسي ماهر به ماضي جي ماهرن وانگر اها غلطي ورجائي ته سنڌو لکت کي سنڌو ماٿري وارين سرحدن اندر ڳولڻ جي ڪوشش بدران ان کي هزارين ميل پري تامل ناڊو ۾ ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. پاڻ تامل ٻولي ماهرن جي اثر هيٺ تحقيق کي

تعصب جي ور چاڙهي ڇڏيو. جنهن سبب سندس نتيجا قابل قبول قرار نہ ڏنا ويا. سنڌو ماٿري جي اصل رهواسين ڏانهن سندس تعصب جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ پاڻ سنڌو لکت تي تحقيق دوران اهڙي ٻولي استعمال ڪئي، جيڪا ڪنهن محقق لاءِ نہ پئي سونهين. يوري ڪنوروزوف پنهنجي تحقيق دوارن فرمائي ٿو تہ " انديا ۽ پاڪستان ۾ ڪيترائي ماهر اها دعويٰ ڪري رهيا آهن تہ سنڌو ماٿري جي سڀيتا سندن پنهنجي تهذيب آهي. ٻنهي طرفن کان ڪجهہ اڻ ڄاڻ ماڻهو ان تهذيب جي سنڌي سڀيتا هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. پر روسي محقق ان تصور جي سختي سان حمايت ڪن ٿا تہ سنڌو سڀيتا جي ٻولي ۽ لکت پنهنجي ماهيت ۾ دراوڙي هئي."ڪنوروزوف سنڌو لکت تي اها تحقيق هڪ ٻئي روسي ماهر ۽ اندولاجسٽ نڪيتا گروف Nikita Gurov سان گڏجي ڪئي. هنن ٻنهي ماهرن جي راءِ هئي تہ سنڌو سڀيتا جي ٻولي آڳاٽي دراوڙي ٻولي هئي ۽ سنڌو لکت جي براهمي لکت سان ويجهڙائپ هئي. ڪنوروزوف سنڌو لکت تي پنهنجي آخري پساهہ يعني 1975ع تائين تحقيق ڪندو رهيو. سنڌو لکت تي تحقيق ڪندڙ ٻين روسي ماهرن ۾ اليگزينڊر ڪندراتوف Alexandr Kondratov بہ شامل هيو.

## ڪتاب ۽ مقالا


- Protoindiyskie nadpisi (k probleme deshifrovki)". Sovetskaya Etnografiya 5 (2): 47–71. 1981. (on the Harappan script of the Indus Valley civilization)
- Knorozov, Proto-Indica, 1979: Report on the investigation of the Proto-Indian texts, "Nauka" Publishing House, Central Dept. of Oriental Literature (1981)
- Yuri Knorozov (ed.), ed. (1965). Predvaritel’noe soobshchenie ob issledovanii protoindiyskih tekstov. Moscow: Institut Etnografii, Akademiya Nauk SSSR. (Collated results of a research team under Knorozov investigating the Harappan script, with the use of computers)
- Tatiana Proskouriakoff (Ed.), ed. (1967). "The Writing of the Maya Indians". Russian Translation Series 4. Sophie Coe (trans.). Cambridge

MA.: Peabody Museum of Archaeology and Ethnology.

- A brief summary of the studies of the ancient Maya hieroglyphic writing in the Soviet Union". Reports of the Soviet Delegations at the 10th International Congress of Historical Science in Rome ((Authorized English translation) ed.). Moscow: Akademiya Nauk SSSR. 1955.
- Drevnyaya pis'mennost' Tsentral'noy Ameriki. (Ancient Writings of Central America)". Sovetskaya Etnografiya 3 (2): 100–118. 1952.
- Pis'mennost' drevnih mayya. (Written Language of the Ancient Maya)". Sovetskaya Etnografiya 1: 94–125. 1955.
- New data on the Maya written language". Journal de la Société des Américanistes de Paris 45: 209–217. 1956.doi:10.3406/jsa.1956.961.
- Problem of deciphering Mayan writing". Diogènes (Montreal) 40: 122–128. 1962. doi:10.1177/039219216201004007.
- Machine decipherment of Maya script". Soviet Anthropology and Archeology 1 (3): 43–50. 1963. doi:10.2753/aae1061-1959010343.
- Pis'mennost' Indeytsev Mayya. Moscow-Leningrad: Institut Etnografii, Akademiya Nauk SSSR. 1963.
- Ieroglificheskie Rukopisi Mayya. Leningrad: Institut Etnografii, Akademiya Nauk SSSR. 1975.
- Maya Hieroglyphic Codices. Sophie Coe (trans.). Albany NY.: Institute for Mesoamerican Studies. 1982.

ليکڪ جو تعارف

## رڪ سنڌي

# Ruk Sindhi



رڪ سنڌي 5 آگسٽ 1961ع تي تعلقي ڪنڊياري ضلع نواب شاهه جي ڳوٺ حامد اڄڻ ۾ پيدا ٿيو. سندس نالو اصلي نالو غلام اصغر منگي آهي. هن سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرڻ ڪان پوءِ صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. پاڻ روزاني سنڌ سجاڳ جي ايڊيٽر ۽ روزاني جاڳو ڪراچي جي ايڊيٽر ۽ پبلشر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن ته روزاني عوامي آواز ڪراچي، روزاني سچ ڪراچي، روزاني سوپ ڪراچي، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي، روزاني سنڌ حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ مختلف صحافتي تنظيمن ۾ شامل رهيو آهي.

رڪ سنڌي (Ruk Sindhi) سنڌ جي حقن خاطر مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن ۾ بہ سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هو گذريل 20 سالن ڪان ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ سميت ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق رهيو آهي، جن ۾ ڪيترائي ڪتاب ڇاپيل آهن. جڏهن تہ سندس سوين مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. رڪ سنڌي جي شايع ٿيل ڪتابن ۾ "قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي"، "ٽوڙي ڦاٽڪ جو سانحو"، "سنڌي قوم جو مقدمو"، "سنڌ جي سياسي صورتحال"، "سنڌ آزادي ۽ انقلاب"، "تاريخ جي لاٽ"، "قاضي فيض محمد"، "سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد"، "اڄ جي سنڌ" ۽ "سنڌو سپيتا جي اوسر" ڪتاب ڳڻائي سگهجن ٿا.

رڪ سنڌي ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا آهن. جن ۾ بينظير ڀٽو جو ڪتاب" پاڪستان طوفان جي گهيري ۾" بہ هڪ آهي. جڏهن تہ ڪيئي ڪتاب مرتب بہ ڪيا آهن. جن ۾ "باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي"، "سنڌي ٻولي رت رتولي" ۽ ٻيا شامل آهن.